| | |
|---|---|
| نالو | : گل ۽ ڪنڊا |
| موضوع | : ڪالم |
| ليکڪ | : گلاب هڪڙو |
| ٽائيٽل | : منور ابڙو |
| پهريون ڇاپو | : ١٩٩٨ع |
| ڇپيندڙ | : حيدري پريس، لياري، ڪراچي. |
| ڇپائيندڙ | : مهراڻ پبليڪيشن، ڪراچي. |
| ڪمپيوٽر لئي آئوٽ | : تنوير ساگر |
| مُلهہ | : ٨٠ رُپيا |

**ملڻ جو هنڌ :**

٩/٨ رمپا پلازه، ايم اي جناح روڊ، ڪراچي.





**"Gul Aein Kanda"**

Columns by:
**Gulab Hakro**

First Edition - 1998

Price - Rs. 80/-

# نانءُ

ان راڻيءَ جي جنهن پنهنجي سموري
زندگي ڏکويل انسانن جي ڏک دور
ڪرڻ ۾ گذاري ۽شهادت
ڪانپوءِ بہ

## ڊاڪٽر ياسمين شيخ
## ميموريل ايمرجنسي ميڊيڪل سينٽر

( ياسمڪ )

جي ناليِ سان ڏکي انسانن جو
وسيلو آهي.

**گلاب هڪڙو**

# ڏيان سان پڙهو

ڪراچي ڪان حيدرآباد جي وڏي شاهراهہ تي سگا طرفان قائم ٿيل "ڊاڪٽر ياسمين ايمرجنسي ميڊيڪل سينٽر" اٽڪل ١٩٩٢ع کان انسان ذات لاءِ هيٺ ڏنل خدمتون انجام ڏيئي رهيو آهي.

* مذڪوره مصروف ترين شاهراه تي ٿيندڙ ننڍن وڏن حادثن جي زخمين کي ترت ۽ مُفت علاج مهيا ڪرڻ.
* حيدرآباد يا ڪراچي جي ويجهي اسپتال ڏانهن حادثاتي زخمين کي ضروري علاج ڏيڻ کان پوءِ منتقل ڪرڻ.
* پسگردائي جي ڳوٺاڻي آبادي کي مفت علاج جون سهوليتون مهيا ڪرڻ.

هن مرڪز ۾ انسان ذات لاءِ ٿيندڙ خدمتن کي وڌيڪ موثر بنائڻ لاءِ هيٺ ڏنل پروگرام هٿ ۾ کنيا ويا آهن.

١. ليبارٽري جو قيام، جنهن لاءِ نئين عمارت تيارين جي مرحلن ۾ آهي.
٢. ماءُ ۽ ٻار صحت مرڪز لاءِ عمارت رٿي وئي آهي.
٣. آپريشن ٿيٽر جي تياريءَ تي ڪم هلي رهيو آهي جيڪو ايندڙ مهينن اندر ڪم شروع ڪري ڏيندو.

سگا هڪ سماجي ادارو آهي جنهن جي ڪمن جو تسلسل هميشہ اوهان جي سهڪار ۽ مالي امداد سان هلي رهيو آهي. هن مرڪز کي وسيع بنيادن تي هلائڻ لاءِ اوهان جي خلوص انسان دوستيءَ واري سهڪار جي اميد رکون ٿا.

**سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن**
٨/٩ رمپا پلازا ايم اي جناح روڊ ڪراچي

**ڊاڪٽر ياسمين شيخ**
ميموريل ايمرجنسي ميڊيڪل سينٽر
ڪلو ڪوهر سپر هاءِ وي، نوري آباد
ضلع دادو
فون نمبر: 02202 ـ 660136

# پنوتري

# گل جو سفر

طنز ۽ مزاح جي سنڌي ادب ۾ کوٽ آهي، ان حقيقت کان تہ انڪار ممڪن ناهي. اها ڪمي ڪجهہ قدر امر جليل ۽ هڪ اڌ ٻين افسانہ نگارن ۾ ڪجهہ قدر سنڌي اخبارن جي ڪالم نويسن پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر پوءِ بہ ايڏووڏو خال ڀرڻ آسان ڪم ناهي. سبب ڇا بہ هجن، سچ اهو آهي تہ کوٽ محسوس ٿئي ٿي. جنهن ادب ۾ ڪهاڻيءَ توڙي شعر جي روايت پڪي ۽ پختي هجي، ان ۾ طنز ۽ مزاح جي گهٽتائي بريءَ طرح کٽڪڻ لڳي آهي. گلاب هڪڙي جو هيءَ ڪتاب ان ڏس ۾ هڪ وڏيڪ وک جو ڪم ضرور ڏيندو، پر اڃا بہ گهڻو ڪجهہ ڪرڻ جي ضرورت آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اسان جو مصنف اڳتي هلي هن قسم جون ٻيون تصنيفون پڻ ڏئي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪجهہ ٻيا قلم جا ڌڻي سنڌس نقش قدم تي هلندي، هن صنف تي وڌيڪ ڌيان ڏين ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي ادب جي هن ڏڪاريل حصي کي وڌيڪ شاهوڪار ڪن. بهرحال، موجوده حالتن ۾ هن ڪتاب کي خوش آمديد چوڻ جا هڪ کان وڌيڪ سبب موجود آهن.

طنز ۽ مزاح ڇا آهي؟ ايئن چو نہ چئون تہ مزاح جي ويڪري دائري اندر طنز جو هڪ ننڍڙو دائرو آهي، جنهن جا سڀ گڻ مزاح جهڙا ضرور آهن، پر سنڌس کي ٻيون بہ خصوصيتون آهن، جيڪي کيس جدا ۽ امتيازي حيثيت ڏيارين ٿيون. ها، البت ايترو چوڻ مناسب ٿيندو تہ سموري طنز مزاح سڏائي سگهي ٿي، پر سموري مزاح طنز نٿي ٿي سگهي. ڊبليو ايچ آڊين (W. H. AUDEN) جو چوڻ آهي تہ، ”طنز جو مقصد سڌارڻ آهي، جڏهن تہ مزاح جو مقصد صرف تسليم ڪرڻ آهي. طنز ٻڌائي ٿي تہ سماج ۾ رهندڙ ڪو فرد يا ٽولو، پنهنجي رويي سان ڪهڙي طرح اخلاق يا عام سمجهہ ٻوجهہ جا قاعدا ٽوڙي ٿو ۽ جيڪڏهن کيس ماڻهن جي اڪثريت آڏو وائکو ڪيو ويو تہ

پوءِ عوام ضرور متن غم ۽ غصي جو اظهار ڪندي يا تہ ڪين پنهنجو رويو درست ڪرڻ لاءِ زور بار ڪندو يا وري ڪين سماجي توڙي سياسي طور بي اثر بنائي ڇڏيندو. ان جي برعڪس مزاح جو تعلق ان تصور سان آهي جنهن موجب اڪثر ماڻهو پاڻ کي ڏوڪو ڏئي يا غلط فهمي ۾ گهاريندي اهو سوچن ٿا تہ جنهن دنيا ۾ اسان گهاريون پيا، سائي حقيقي دنيا آهي ۽ جيسين جيڏرا هونداسين، ان کي بدلائڻ ممڪن ناهي.

طنز ۾ غصو بہ آهي تہ گڏوگڏ آس بہ آهي ڪيس اها اميد آهي تہ جنهن برائيءَ خلاف جنگ لڙون پيا، تنهنکي نيٺ ختم ڪري ئي رهبو. مزاح سنئي سياهہ جي، پر مايوس آهي. ڪيس پڪ آهي تہ اسان ڪئي ڪيتري بہ ڪوشش ڪيون، پر اسان انساني فطرت کي ڪنهن بہ ريت بدلائي ڪونہ سگهنداسين، ان ڪري اچو تہ جيڪو ڪجهہ اڪين آڏو آهي، ان تي روئڻ پٽڻ بجاءِ کلي خوش ٿي وقت گذاريون.

جيتوڻيڪ ٽوڪ بہ طنز جو هڪ حصو آهي پر ڪيس مڪمل طنز نٿو چئي سگهجي. بهرحال، ٻنهي جو پاڻ ۾ گهرو لاڳاپو آهي. ايتريقدر جو بعضي تہ ٻنهي ۾ فرق ڪرڻ مشڪل ٿيو پوي.

طنز جا ٽي مکيہ قسم ٿيندا آهن. زباني طنز، ڊرامائي طنز ۽ واقعاتي طنز. انهن ٽنهي تي تفصيلي طور لکڻ گهڻ ۾ گهٽ هت مناسب نہ ٿيندو. مختصر لفظن ۾ ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو تہ جيئن سنڌيءَ ۾ چوندا آهيون تہ "ڏک هڻ ڏيءَ کي تہ ٻُنهن ڪن ڪري". بلڪل ائين طنز اڳلي کي اڻ سڌيءَ طرح چيري ڦاڙي متس لوڻ بہ ٻرڪيندي ويندي آهي ۽ ڪيس ڏند تيڙي پنهنجن ئي زخمن تي کلڻ لاءِ مجبور پڻ ڪندي ويندي آهي. ضرور ناهي تہ طنز جو تير صرف ٻين جي لاءِئي هلائجي. جڏهن معاشري ئي چٽر ڪرڻي آهي تہ پوءِخود ليکڪ پڻ ان جو هڪ فردُ آهي ۽ پنهنجي ئي نشتر سان، ٻين سان گڏ پاڻ کي بہ گهائل ڪري ٿو. ٻين تي کلڻ وقت دراصل هو پاڻ تي پڻ کلي ٿو. ان ڪري ئي تہ چيو اٿن تہ "طنز زندگيءَ جي کهرن پهلوئن سان همدرديءَ جو ٻيو نالو

آهي."

مزاح لفظي بہ ٿئي ۽ واقعاتي پڻ. سنڌ ۾ پوڳ چرچي جو رواج عام آهي. اڳ ڏاڍا قابل مسخرا هوندا هئا جيڪي پنهنجن گفتن سان ماڻهن کي کلائيندا هئا. نانڪي پوڳائي وري پنهنجن حرڪتن سان ماڻهن جي دل بهلائيندا هئا. شعرو شاعريءَ ۾ پڻ مزاح جو پهلو ملي ٿو. رئيس ضياءالدين "بلبل" جي شاعري ان سلسلي ۾ سٺو مثال آهي. البت سنڌي ادب ۾، سواءِ چند مثالن جي، ڪو اهڙو خاطر خواهہ قلمي پورهيو ڪونہ ٿو ملي، جنهن ذريعي ڪو خالص مزاحيہ ناول، افسانا يا مضمون وغيره ملي سگهن. علي احمد بروهي ۽ ڪروڙ پتيءَ جون ڪوششون پنهنجي جاءِ تي، باقي ٻيو ٿيو پلو.

هاڻي جڏهن تہ سنڌي زبان ۾ اٽڪل ٻاويهہ اخبارون روزانہ ڇپجن، ۽ هر اخبار ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ مزاحيہ ڪالم جو هئڻ ضروري سمجهيو ٿو وڃي، تڏهن بہ محسوس ڪيو ويو آهي تہ معياري مزاح ۽ طنز کان اسان سوين ڪوهہ پري بيٺا آهيون. موجوده ڪتاب پڻ اهڙن ئي ڪالمن جو مجموعو آهي،جيڪي روزاني هلال پاڪستان ۾ اسانجي مصنف گل هڪڙي وقت بوقت پئي ڇاپايا آهن. هن کان اڳ پڻ هڪ مجموعو اهڙي ئي قسم جي ڪالمن جو ڇپائي چڪو آهي ۽ هيءَ ٻي ڪوشش توهان جي هٿن ۾ آهي.

گل هڪڙو پنهنجي سر هڪ دلبر ماڻهو آهي. ماڻهو ڪيس ماستر سڏيندا آهن. مزي جي ڳالهہ اها آهي تہ پاڻ بہ پاڻ کي ماستر ئي سڏيندو آهي. سڌو سادو شريف انسان آهي. نہ ڪنهن جي ٻن ۾ نہ ٽن ۾. ها، سنڌ ڌرتي سان عشق اٿس. مون ڪيس تقريبن ۾ سنڌ جي قومي نغمن تي بي اختيار نچندي ڏٺو آهي. هڪ دفعي تہ نچندي نچندي ساڻو ٿي پيو، پر بس ئي نہ ڪري. فنڪشن ڪنهنجو بہ هجي، هيءُ يار بنان ڪوٺي ڪارڪن ٿي بيهي رهندو، ڊسيپلن جو اهڙو پڪو جو سڱو ٻاءُ اچيس تہ بہ ڪارڊ کان سواءِ ڪونہ ڇڏيندس. نہ ماٺو، نہ نخرو، نہ

بهانو، چپ چاپ جنبي ويندو ڪم ڪي. ڪڏهن ڪرسيون پيو ڍوئيندو، ڪڏهن پاڻي پيو پياريندو، ڪڏهن اسٽيج سنياليو بيٺو هوندو. هميشه پيو ڪلندو. چوندو: سائين ڪو ڪم ڪار هجي ته حاضر آهيون.

اهڙو سچار مڙس جڏهن قلم ڪڻندو ته ظاهر آهي ته سچ لکڻ کان هرگز ڪين مڙندو. جنهنجي ڪُئي ڪجھ پرنه هوندي، ان کي حق چوڻ کان ڪير روڪي؟ نه لوڀ نه لالچ، نه هٿي هٿي نه ڪٿي ڪٿي. لک لوڪوئي ڪري ته به ڪنهنجي ڪاڻ؟ سڀ کان وڏي ڳالهه ته ماستر کي پنهنجي متعلق نه ڪا غلط فهمي آهي ۽ نه وري ڪي وڏا ويچار. ان ڪري جو ڪجهه پنهنجي سادي سودي زندگي ۾ ڏسي پسي ٿو، سو هوبهو ڪاغذ تي اتاري ٿو ڦٽو ڪري. وڏاءُ ۽ گلڪاري ڪري ئي ڪونه. اهڙي ماڻهوءَ جي طنز چيندڙ ۽ مزاح وڻندڙ نه هوندي ته ٻيو ڇا هوندي؟ جنهن شخص زندگيءَ جي تلخ حقيقتن کي نه صرف ويجهڙائيءَ کان ڏٺو هوندو، بلڪ اڪيلي سر ڀوڳيو پڻ هوندو، تنهنجي لکڻيءَ ۾ تاثير ته اوس ٽپڪو ئي آهي. ان ڪري ڳل هڪڙي جا ڪالم آپ بيتيءَ جي ڏِک ڏيندا آهن. سندس موضوع پڻ عام فيشن کان هٽيل، زندگيءَ جي معمولي واقعن ۽ عنوانن تي ٻڌل هوندا آهن. مثلن عيد جي خرچي، سرڪاري ملازم جي عيد، ڊسڪو جيالا، هيراڦيري، وغيره.

سندس هر ڪالم جي شروعات هڪ ئي تڪيه ڪلام سان ٿئي ٿي، "سو سائين منهنجي ڪي چوان" چڻ ته سنئون سڌو پڙهندڙ سان مخاطب آهي. مخاطب به هُجائتي نموني ۾. چڻ ڪچهريءَ وچير ويٺو حال احوال ڪري. ان ڪانپوءِ شروع ٿو ڪري پنهنجي من جي ماجرا. ڇا جو رک رکاءُ، ڇا جي ڪن ۾ سس پس. جو اندر ۾ اٿس، اچلائي ٿو ڦٽو ڪري وچ پڌر ۾. سنڌ ۾ نه مسئلن جي کوٽ آهي ۽ نه عنوانن جي رڳو اک پٽ ته سترنهن مسئلا نڪ سامهون ڪَرُ ڪنيون بيٺا هوندا. وچولي ۽ هيٺئين درجي جي ماڻهن جي ته دنيائي نرالي آهي. هتي جا مسئلا به انوکا. سُکڻي کي تڪليف هوندي مرسڊيز جي قيمت وڌڻ جي

يا بئنڪ جو وياج ريٽ ڪرڻ جي، غريب لاءِ بس جو ڪرايو وڌڻ ئي سڀ ڪان وڏي مصيبت. مون سميت اسان جا نامور ڪالم نگار اڪثر وڏيون ڳالهيون ڪري پڙهندڙ تي پنهنجي علم ۽ دانشوريءَ جي ڌاڪ ڄمائڻ ۾ پورا هوندا آهن. غربت جي ڳالهه ڪندا ته به نڪ کي رومال ڏئي، نقلي ڳوڙها ڳاڙهي ۽ ڪوڙا سڏڪا ڀري. ماستر جهڙا سچار مڙس پنهنجي سادگيءَ ۾ معصوم، بي ضرر ۽ بظاهر ننڍڙن معاملن تي غير عالماڻي نموني قلم کڻي پنهنجي جهاد جي شروعات ڪن ٿا. مثال طور "آخر ڪيستائين" نالي ڪالم ۾ گل هڪڙي قانون ۽ انصاف تي پنهنجا خيال پيش ڪيا آهن. توهان هيٺين چند سٽن کي غور سان پڙهو ۽ پوءِ پنهنجي راءِ ڏيو:

"سو سائين منهنجا، اسان جي ملڪ ۾ آئين جي بالادستي ته اصولي طرح سان قائم آهي ۽ پڻ روايتي عدالتي نظام ۾ چار هاءِ ڪورٽون ۽ سپريم ڪورٽ به آهي، جيڪا خير سان ڪم به پئي ڪري. پر سائين ان کان علاوه به ڪيترن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ٻيون به ڪورٽون آهن، جيئن ليبر ڪورٽ، سروس ٽربيونل، صحافين جي حقن جي ادائيگيءَ لاءِ ٽربيونل وغيره. جي پر ڏنو وڃي ته دهشتگردي کي ٻنجي ڏيڻ واسطي به ڪورٽون قائم ڪيون ويون آهن ۽ ان جي مٿان سپريم ڪورٽ اپيليٽ ڪورٽ به قائم ڪئي وئي آهي........ پر اها ٻي ڳالهه آهي ته عام شهريءَ کي انصاف ملڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي جو ته جائز حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف ادارن ۽ ڪورٽن جا چڪر لڳائيندي پاڻ به چڪرائجي ٿو وڃي پر پوءِ به ڪيس انصاف ڪونه ٿو ملي.

گل کي ڪلائي ڪلائي ڪيرو ڪرڻ جو فن ڪونه اچي. هو نه ٺهڪ ڦهلائي ڄاڻي نه مرڪ. هن وٽ صرف به هٿيار آهن: سچ ۽ سادگي. انهن وسيلي هو پڙهندڙ جي هنيانءَ ۾ هلڪي ڇهندي پائي ڇاڻي. مٿين ڏنل ٽڪر پڙهڻ ڪانپوءِ اوهان سائنس شامل راءِ نه ٿيو. اهو

ناممڪن آهي. هن جو ڪمال آهي تہ هو هر اها ڳالهہ اڳواٽ ئي ڪري
وجي ٿو جيڪا اوهان پنهنجي اندر ۾ سانڍي رکي آهي.

تعليمي بورڊ - مختارڪار جو منشي، ۾ لکي ٿو تہ:

"...... هونءَ تہ اهو بورڊ هڪ وڏي درگـاهہ شـريف جيـان
هوندو هو جو سندس هر عقـيدتمند پنهنجي عقيدت آهر منجهانئس
"فيضياب" ٿيندو آهي پر سائين اڳئين سال کان ان بورڊ تي بہ "ايڪيهن
صدي جي ترقيءَ جو جن" اهڙو سوار ٿيو آهي، جو هاٺي اهو "جهنگل
جو بادشاهہ" جيان ٿي پيو آهي. "سو آنا لاهي يا ڀچا" سندس مرضي
تي ڇڏيل آهي.

هاٺي جنکي بورڊ جا ڏڪ لڳل هوندا، سي هڪدم ماستر سان
همراهہ ٿي بيهندا. نہ رڳو ايترو، بلڪ پنهنجا تجربا ياد ڪري مصنف
جي ڏنل تفصيل سان ملائي، هن جي ذهن ۾ جيڪو تيار ٿيندو سو
ڏسڻ وٽان هوندو. سـچي فنڪـار جو اصل ڪم بہ اهوئي آهي تہ هُو
صـرف تار ڇيـڙي ڇڏي، ٻڌندڙ جي چاٺو آهي تہ سنگيت جا وهڪـرا
خودبخود سندس ذهن مان ڦٽي نڪرندا.

هيءُ ڪتـابڙو توهان جي پنهنجي ضـميـر جو آواز آهي. ان کي
پڙهو. ليکڪ جي معصوميت کي ڏسو. سندس دل جو آواز ٻڌو. معنائن
جا رنگ اوهان جي اکين اڳيان خودبخود ڦهلجي ويندا.

شل گل جو هيءُ سفرجڳ ڀر ۾ پنهنجو سڳنڌ ڦهلائي.

**قمرشهباز**
5 مئي 1996ع
ڪراچي

# پہ اکر

محترم گلاب هڪڙي جي ڪتاب "گل ۽ ڪنڊا" تي هي ٻہ اکر نهايت محبت سان لکيا اٿم. هن کان اڳ ڪڏهن بہ ڪنهن ڪتاب بابت نہ لکيو اٿم، سو جيڪڏهن هن تحرير مان ڪنهن مانواري پڙهندڙ کي رس ۽ ساءُ نہ اچي تہ اُنهن کان معافي جو طلبگار آهيان. ڳالهہ دراصل اها ڪنهن تحرير تي لکڻ ان لحاظ کان ڏکيو ڪم آهي جو ليکڪ جي دنيا جا سوين رنگ هوندا آهن، اُن جا مشاهدا ۽ نظريا پنهنجي طور تي هوندا آهن، ۽ خاص طرح جڏهن ڪنهن روزنامہ اخبار ۾ تتل ۽ تيز پر وقت جي لحاظ کان اهم مسئلن جو ذڪر هوندو آهي تہ عام طور پڙهندڙ اُنهن رنگن مزئي گهٽ محسوس ڪري سگهندو آهي، پر جيڪڏهن پڙهندڙ جي نظر ماضي جي معاملن تي هوندي آهي تہ اُهو ان رس کي محسوس ڪري سگهندو آهي. گلاب جي تحرير زماني جي لهوارين اوپارين سان پريل آهي. سندس تحريرمنفرد ۽ معتبر آهي. هِن جهان جي سماجي ۽ سياسي تاريخ جي مختلف روين تي نهايت سهڻائي سان لکيو آهي، ۽ لکندو رهي ٿو.

گلاب سان منهنجي ملاقات آڳاٽي ٽي وي اسٽيشن تي ٿي هئي، جڏهن هڪ چلي ڪتابن جي ڪٽي، سنڌين وٽ ڪتاب وڪڻڻ لاءِ آيو هو. اوڌر تي ڪتاب بہ ڏيندو هو، ۽ وقت سر نڪرندڙ رسالا بہ گهرن جي سرنامن تي آڻي حاضرڪندو هو. انڪانپوءِ وڏي وٿي پئجي وئي. آئون ٽي وي مان ثقافت کاتي ۾ اچي ملازم ٿيس. هڪ ڏينهن اچي چاپئن ڏاڙهي سان، گيڙو الفي پاتل ماڻهو، حيدربخش جي نالي سان مون سان آفيس ۾ ملڻ آيو، ۽ سگا جي پاران دعوت نامون اچي ڏنائين. مون پهرين سٽ يار کي ڪونہ سڃاتو. هن بہ گهٽي ڊيگهہ نہ ڪئي، دعوت نامون ڏئي ڪيائين الهہ تهار. مون ڪجھ دير ڪانپوءِ، يادن جي پوريل خانن مان هڪ خاني ۾ سندس صورت جي يادگيري اُڀري آئي.

سوچيم بلي ماڻهو وقت سان ڪيئن نه نوان نوان روپ ڌاري. بهرحال، سڪا جي ساليانې تقريب ۾ سائس وري ملاقات ٿي. اسان ٻنهي کي اُن رات پنهنجن ڪيل خدمتن جي اعتراف ۾ گولڊ ميڊل مليا. سائس بس عليڪ سليڪ ٿي، پوءِ جوڳي نه مِٽَ ڪنهن جا. تان جو گذريل سال پنهنجي ڪالمن جو ڪتاب مون کي ڏيڻ آيو، ۽ اُن ڪان پوءِ اسان هڪٻئي کي ڪنهن حد تائين ويجهو ٿياسين. اڪثر ملاقاتون ٿينديون رهيون. خيالن جي ڏي وٺ ٿي. منهنجي خيال ۾ مڙس ڳالهين جو ڳهير ۽ دردمند دل رکڻ وارو انسان آهي. سنڌ ۽ سنڌين سان دل لائي ويٺو آهي، مٿان خيال اهي ته مڙني کي سنڌي ادب ڪنهن نه ڪنهن طرح پڙهائجي، اهو شوق يار کي جنون جي حد تائين رهيو آهي. اهڙو پلو شوق ڪنهن ڪنهن ۾ پيدا ٿيندو آهي. هو ڪڏهن به ان ڏس ۾مايوس نه ٿيو آهي، سدائين پر اُميد رهيو ته نيٺ ڪنهن ڏينهن هٺي وجي هنڌ ڪندو:

جان سين هٺي جيئري، ورچي نه ويٺي،
وجي پُون پيٺي، سارينديءَ کي سجٽين.

سسئي برابر سور سهي آخر وجي ڏرتي پيڙي ٿي، پر اسان وارو هيءُ يار اجا به اُميدن جي ڏيا ٻاريو ويٺو آهي، ڏٺي ڪيس چمار ڏي لائق فائق انسان آهي.

حيدر بخش هجي، گلاب هڪڙو هجي، يا دڙو دادا هجي.

ڳالهيون مڙئي روح سان لکي ۽ ڪري سندس تحريري تڪيه ڪلام آهي، "سو سائين منهنجي کي چوان" .سو منهنجا سائين، جيڪو لکندڙ پنهنجي پڙهندڙ کي اُٿندي ئي "سائين" چئي مخاطب ٿئي، اُن کي اهو به حق ملڻ گهرجي ته هو معاشري ۾ اسان جي روين تي طنز به ڪري. گلاب جي تحرير ۾ طنز آهي، پر هرويرو چٿر به نه آهيس. اسان جي اخباري ڪالمن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪي ياري شخصي ڳالهيون به لکي، ڪنهن نه ڪنهن يار کي ستائيندا آهن. اهو به ضروري آهي ته ماڻهن ۽

ادارن تي اصلاح خاطر تنقيد ڪئي وڃي، پر ان لاءِ ضروري آهي تہ اوهان جي تحرير مستند ڇاڻ تي مبني هئڻ گهرجي. اسان وارو يار پنهنجي "هيرا ڦيري"واري ڪالم ۾ بہ ايئن اوپري معلومات تي ثقافت ۽ سياحت کاتي تي وڃي ڇوهہ ڇنڊيا آهن. ٽرمپ جو رسالو شايع تہ ٿيو، پر ڪهڙي سرڪار ڇاپيندڙ کي انعام اڪرام ڏنا تنهن جي سڌ گلاب کي پر سرڪار جي ڪاڳرن ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ نہ آهي.

دراصل ڪامياب اخباري ڪالم بہ ادب جو حصو آهن. ڪنهن زماني ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي مرحوم، مولوي خير محمد نظامائي، شيخ علي محمد مرحوم، نور عباسي مرحوم ۽ ٻيا انهيءَ جڳہ نامور صحافي ۽ ڪالم نويس پنهنجن پڙهندڙن کي سماجي ۽ سياسي معاملن تي سنئين واٽ ڏيکاريندا هئا. هنن پنهنجي قلم جي زور تي ڪيترن ارڏن جا بنا ڪنهن طمع جي ڍينگا ڍيري ڪيا. پير علي محمد راشدي مرحوم اردو ۾ "مغرب و مشرق"نالي مستقل ڪالم لکي،اردو ڪالم نويسن کي نئين اسلوب کان واقف ڪرايو. هن وقت بہ اسان جا ڪيئي دوست، مثلن قمر شهباز، علي احمد بروهي، حسين شاهہ راشدي، انعام شيخ، ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ، آفتاب، ستار، ناز سهتو، حسن مجتبيٰ شاندار ڪالم لکن ٿا. ڏٺي سنڌن قلم کيٰ سگهہ ڏي، اڳي کان اڳرو لکن، سنڌ جو قرض لاهين. اهي سڀ اڳيان توڙي موجوده لکندڙ وقتي حالات ۽ سياسي ۽ سماجي روين تي نهايت بي باڪي سان لکن پيا. مطالعي جي وسعت ڪري، هنن جي تحرير ۾ علمي ادبي چاشني سان گڏ طنز ۽مزاح جو وزن بہ آهي. گلاب هڪڙو بہ اهڙن يارن مان هڪڙو آهي.

ڏٺي سندس قلم ۾ اڃا طاقت ڏي.

**مخلص**

**(ممتازمرزا)**

**31 مارچ، 1996.**

# تاثر

ڪتاب گل ۽ ڪنڊا تي پنهنجا ويچار ڏيڻ جو حڪم ماستر صاحب کان مليو. هن مصروفيت ۽ افراتفريءَ واري وقت دوران ڪتاب کي پڙهڻ جو موقعو مليم.

ڪتاب جا موضوع روايتي هئڻ سان گڏوگڏ سولا ۽ سمجهه ۾ ايندڙ آهن. ٻوليءَ جو انداز ڪچهريءَ وارو آهي، جيڪو شايد پڙهندڙن کي پنهنجي طرف متوجهه ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي. اهي موضوع ڪالم نگاريءَ لاءِ به ڪم اچي سگهن ٿا، ته انهن تي تفصيلي خيال آرائي به ٿي سگهي ٿي. البته هڪ ڳالهه اها محسوس ٿي ته ڪيتريون شيون/ ڳالهيون وقت گذرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي اها اهميت وڃائي چڪيون آهن ۽ انهن جي بجاءِ ٻيا وقتائتا موضوع هٿ ۾ ڪٿي سگهجن ٿا.

سنڌي ڪتابن ۾ هڪ وڏي خامي جنهن جي نشاندهي بار بار پئي ڪبي آهي، اها آهي پروفن جون غلطيون. هتي اُن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ته ڪئي وئي آهي پر به اها خامي رهجي وئي آهي. ڪجهه ٻيهڪ جو نشانيون به رهجي ويون آهن انهن کي صحيح ڪجي ها ته ڏاڍو سٺو. موضوعات، لکندڙ جي تجربي ۽ مشاهدي سان مطابقت رکن ٿا، جيڪو هر وچولي طبقي واري ماڻهوءَ جي زندگيءَ سان پڻ لاڳاپيل آهي. ان ڪري هر پڙهندڙ، انهن موضوعات ۽ تذڪرن کي اوپرو نه پائيندو.

ڪنهن به ڪتاب لکندڙ تي مان ته رشڪ ئي ڪندي آهيان، اهو سوچي ته هو ڪيترو خوش قسمت آهي ته پنهنجن سوچن کي قلم ذريعي اظهار جو ذريعو بنايو اٿس. ماستر صاحب به انهن ئي خوشقسمتن جي قطار ۾ آهي جنهن کي مان تعريف لائق سمجهان ٿي. الله کيس خوش رکي.

مهتاب
30 مئي 1996ع.

# تري پڳي ڪنگري

پنهنجي پاران سو به پنهنجي ڪتاب تي لکڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي،
چاڪاڻ ته:

تري پڳي ڪنگري، ٿلها ڦيرا ڏي،
آئي نه ڪي نيئي، تب سلهاڙيل سين.
(شاهه)

اهو ئي سبب آهي جو مان ڪڏهن به ايڏي وڏي خوش فهميءَ ۾ نه
آهيان ۽ نه ئي وري ڪڏهن رهيو آهيان، جڏهن ته ڪنهن غلط فهميءَ جو
شڪار به ته ناهيان.

ها! آهيان، ڪجهه ته آهيان!؟ جي آهيان ته پوءِ به صرف ۽ صرف ان
تري پڳل ڪنگري جيان آهيان، جيڪا نه ڪي آئي نه ڪي نيئي پر پوءِ به
پنهنجي ساٿ سان شامل حال رهي ڪري ٿلها ئي سهي ڦيرا ته ڏي ٿو. سو
انساني خدمتن واري جذبي تحت اندر ۾ ويٺل ان، انسان جي دهيل، گهٽيل ۽
قتل احساسن واري حالت ڪڏهن به مون کي چپ به ته نه رهڻ ڏنو ۽ نه وري
ڪو سڪون سان سمهڻ ڏنو آهي. اهو ئي سبب آهي جو سلقائتي ڪنگرين
سان سلهاڙجي پنهنجي ڪمزور احساسن سان گڏ سماج ۾ ٿيندڙ اُرهه
زورائين جي مختلف پهلوئن تي طنزو مزاح واري انداز سان پاڻ جهڙن گهٽ
پگهار گهڻي عيال وارن ملازمن سان سرڪاري ڪامورن پاران ٿيندڙ بي
واجبين سان گڏوگڏ پڻ سنڌ ڌرتيءَ تي سدائين ٿيندڙ ظلم جي هر ڪهاڻي کي
نئين انداز سان، سرعام پڌائڻ جي ڪوشش ڪري پنهنجي منجهيل هانوءَ کي
ڏڍ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. مان اديب هجڻ جي دعوٰي ته ڪونه ٿو
ڪريان، پر ها سنڌي ادب ۽ سنڌي ادبي سنگت ڪراچي شاخ جو هڪ
معمولي ادني ڪارڪن ۽ خدمتگار هئڻ جي وڏي واڪ دعوٰي ضرور ٿو
ڪريان. مان اهو به ميان ٿو ته منهنجي لکيل ڪالمن جي ڪتاب ”گل ۽
ڪنڊا“ جي پڙهڻ سان توهان جي اها ادبي اُڃ پوري ته نه ٿيندي، پرتڏهن به
ايترو ضرور ٿيندو جو گلاب جا ڪنڊا ڪٽي نه ڪٽي پنهنجي ڇهاءَ سان

توهان جي اندر کي ڇيڇڻ جو احساس ضرور پيدا ڪندا. سو اگر ڪٿي بہ ايئن ٿيو تہ پوءِ مان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب آهيان. اهو ئي سبب آهي جو يوسف جي خريدارن ۾ ان پوڙهي جي ڪوتن سڪن وانگر ادب جي دنيا ۾ گلن بدران ڪنڊا هئن ۾ ڪٿي خريدار بڻجڻ جي مون بہ ڪوشش ڪئي آهي.

مان پنهنجي مانائتي پياري سائين قمر شهباز جو نهايت ٿي ٿورائتو آهيان جنهن پنهنجي "لفظن جي سدا حيات سرهاڻ" سان نہ صرف ڪتاب، پر منهنجي زندگيءَ کي بہ واسي ڇڏيو آهي. سندس جي اهڙي محبت جي بدلي ۾ منهنجي جهوليءَ ۾ سواءِ دعائن جي ڪجهہ بہ تہ ناهي. جڏهن تہ سنڌ جي پارڪو ممتاز مرزا بہ ڪتاب تي "بہ اکر" لکي مون تي وڏو وڙ ڪيو آهي. الله سائين کيس وڏي ڄمار سان گڏ لطيفي تحقيقي ڪم ڪرڻ جي اڃا بہ وڌيڪ صلاحيت بخشيس. مانواري ميڊم مهتاب اڪبر راشدي جو شڪر گذار آهيان جنهن وڏي قرب سان "هڪ اکر" لکي منهنجي اميد کي آسيس بخشي، خدا ڪري اڃا بہ وڌيڪ عزت ۽ مانَ و مرتبو ماڻي. انهن سمورن مهربانن جا ٿورا مڃڻ ضروري ٿو سمجهان جن جي اخلاقي ۽ مالي مدد سان "گل ۽ ڪنڊا" اوهان جي اڄ هٿن ۾ آهي. جڏهن تہ مهراڻ پبليڪيشن ڪراچيءَ جا ٿورا نہ مڃڻ بہ زيادتي ٿيندي جنهن مون جهڙي مسڪين ماڻهو جي لکڻين کي ڪتابي صورت ۾ ڇاپي سنڌي ادب جي تاريخ ۾ حياتي بخشي آهي. مراد وند پٽ محمد پرويز احمد جو ٿورو مڃڻ ضروري ٿو سمجهان جيڪو هر حال ۾ هن اڙانگي سفر ۾ همٿائيندڙ ۽ پرجهلو رهيو آهي. وڪريل ڪالمن کي هٿيڪو ڪرڻ سان گڏ، ترتيب بہ سندس جي ڏنل آهي. پنهنجي پياري منور ابڙو جي ناهيل ٽائيٽل چڻ ڪتاب کي سونهن بخشي آهي مولا پاڪ کيس برش قلم کي اڃا بہ وڌيڪ سگهارو ڪري.

ٿورا نہ ٿورا مون تي ماروئڙن جا،
پلايون ۽ پورا ڳڻيندس ڪيترا.
(شاهہ)

گلاب هڪڙو
۱ جون ۱۹۹٦

# اداري پاران

مهراڻ پبليڪيشن طرفان ڪتابي سلسلي جي هيءَ چوٿين ڪڙي ”گل ۽ ڪنڊا“ جي نالي سان پڌري ڪئي پئي وڃي، جڏهن ته هن کان اڳ ڊاڪٽر سليمان شيخ (باني سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن) جو لکيل ”چين جو سفرنامو“، ”پيڪنگ پچارون“ ٻيو ڇاپو معزز پڑهندڙن جي هٿن تائين پهچائي چڪا آهيون.

ساڳئي ريت سگا جي مخلص ڪارڪن جناب ماستر حيدربخش هَڪڙو (گَلاب هڪڙو) جنهن کي سنڌس سماجي خدمتن جي پاڻ ارپڻ واري جذبي تحت سگا طرفان ”ڊاڪٽر ياسمين شيخ گولڊميڊل“ ڏنو ويو، جا لکيل طنز مزاح ڪالم ڪتابي صورت ۾ ”دڙو دادا جون ڳالهيون“ به پڻ پيش ڪري چڪا آهيون. جڏهن ته ٽيون ”سگهن سڏ نه سور جي“ جي نالي ڪتاب بازار ۾ موجود آهي.

گلاب هڪڙي جو ”گل ۽ ڪنڊا“ جي سري هيٺ هي ڪتاب اوهان آڏو پيش ڪندي تمام گهڻي خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون. اُميد ته معزز پڑهندڙن کي اداري طرفان هي ڪاوش هن گُهٽ، ٻوسٽ ۽ افراتفريءَ واري دؤر ۾ لاڀائتي تفريح، دلي خوشي ۽ ذهني سڪون مهيا ڪندي. وري به اسان کي اوهان جي وقتائتي ۽ سگهاري راءِ جو انتظار رهندو.

پرويز حيدر

پبلشر

# عيد خرچي

سو سائينءَ منهنجي ڪي چوان رمضان شريف جو مهينو اجا جاري آهي. شين جا اگهہ وڌي ويا آهن پر پووءِ بہ ڏڙا ڏڙ خريداري شروع آهي. ماڻهو روزا رکي يا نہ رکي پر عيد تہ ضرور ڪندو. سائين منهنجا عيد تہ انهن جي روز آهي، جن کي مٿئين ڪمائي جام آهي، پر سرڪاري ملازم ڪجهہ اهڙا بہ آهن جيڪي سڪيءَ پگهار تي دم گذر ڪن ٿا. ڪجهہ اهڙا ملازم وري پارٽ ٽائيم ڪري وقت ٽپائيندا هئا پر جڏهن کان وني جمعو چنچر موڪل ٿي آهي ۽ آفيس جو ٽائيم وري شام جي ساڍي ڇئين وڳي ٽائين ٿي ويو آهي تہ ويچارن جو اهو رزق بہ کسجي ويو آهي ۽ هاڻي پيا ٿا پگهار تي جيئن. سرڪاري طور ٻن ڏينهن جي موڪل هئڻ ڪري هفتي جو ئي خانو خراب ٿي ويو آهي. آفيس جو ڪم بہ يا ٽي ڏينهن مشڪل سان مس هلي ٿو. پاڻ ڇا ٿا چئي سگهون وڏن جا آرڊر آهن. ڪجهہ سال اڳ ۾ ٽن سالن کان پوءِ تفريح الائونس ڏنو ويندو هو، جيڪو بند ڪيو ويو ۽ هاڻ وري اها رقم هر سال "عيد بونس" جي بهاني سان ملي ٿي، جنهن جو اثر ڪجهہ سٺو رهيو آهي جنهنڪري ملازم مڙيئي خوش ٿيو. مگر اها خوشي ان کي راس نہ آئي ۽ هڪدم بونس بند ڪيو ويو. پوءِ وري اهو بونس ايڊوانس طور قرض ڏنو ويو جيڪو وري ڪڏهن ٻن قسطن ۾ تہ ڪڏهن وري ٽن قسطن ۾ واپس ورتو ويندو هو. سو هن ڀيري بہ وري ساڳئي ڪار ڪئي وئي آهي. عيد خرچي ونڻ مهل هٿ ڏڪندا آهن ڇو تہ اها خرچي جڏهن واپس ورتي وڃي ٿي تہ گهٽ پگهاردار جو ڏينگو ئي ڏيري. پر سائين هيءَ خرچي بہ تہ ان کي ڦري ئي ڪانہ ٿي ڇو تہ

هن مهيني ۾ جيڪا مهانگائي ٿئي ٿي، تنهن جي پورائي لاءِ اهو بونس ڏڪ نٿو جهلي. وري ڪيس مليل خرچي به خرچين ۾ ئي پوري. باقي همراهه جهڙو سو تهڙو واهه ڙي مالڪ تنهنجو پنهنجن نوڪرن سان ورتاءُ ڪرڻ. آخر ماڻهو ڪيڏانهن وڃي، پوءِ رشوت چوٽ نه چڙهندي ته ٻيو ڇا ٿيندو. ايستائين جو پگهار وٺڻ مهل ڪلارڪ هر مهيني پنج- ڏهه رپيا ڪاٽيو بيٺو آهي، ڪوئي پڌڻ وارو به ڪو نه آهي.

سڻو ته ائين ٿيندو ته سرڪاري ملازمن کي هر عيد تي فل پگهار بونس طور ڏنو وڃي ته جيئن خوشيءَ سان آئنده ڪم به ڪري ۽ حرامخوري به گهٽ ٿئي. اها خرچي ملي وڃي ۽ واپس نه وٺجي ته سٺو ٿيندو. جيڪڏهن پنجن نڪتن ۾ اهو بونس شامل ڪيو وڃي ته جيئن گهٽ پگهار وارا ملازم پنهنجن ٻچن سان سچيون خوشيون ملهائن ۽ پنهنجي اداري سان وفاداريءَ سان ڪم ڪن.

هلال پاڪستان
11-5-1988

# ڪٿيون منيون ڳالهيون

سو سائين منهنجي ڪي چوان، اڄ عيد آهي هر طرف خوشا خوشي لڳي پئي آهي. هر ماڻهو پنهنجي مستيءَ ۾ مست آهي ۽ پڻ پنهنجي حساب سان خوش ٿو لڳي. اڄ ڪيترن گهرن ۾ وي سي آر تي نيون پراڻيون فلمون هلي رهيون آهن، عيد ڏيڻ وٺڻ جو سلسلو به زور شور سان جاري آهي، پر جڏهن ته سڀ ڪان وڏيڪ خوش اهي ماڻهو آهن جن رمضان شريف جهڙي ڀلاري ۽ برڪتن واري مهيني ۾ به ماڻهن کي ڪين بخشيو ۽ پنهنجي پنهنجي فنڪاريءَ سان لٽيو ڦريو.پر پوءِ به چون ٿا ته اسان ڪجهه نه ڪيو. اسان جي ڪهڙي عيد!؟

عيد انهن پوليس ۽ ٽاڻي وارن جي جن راهگيرن کي ڏاڙيل ڄڻي، ڪانئن مزدوريءَ جا پيسا به ڦريا ۽ رمضان شريف جا نگهبان ٿي ڪري بي انتها پنهنجن جا ڪيسا پئي ڀريا آهن، جو ته هنن وٽ جيڪو آيو سو ڦاٿو ۽ ويو اڳهجي. پر سائين منائي ۽ پڪوڙن وارن به بيسڻ ۾ اٽو ملائي پنهنجي فنڪاري سان خوب پيسا ڪمايا پر ڪاسائي به پنهنجو مٽ پاڻ آهن. انهن به موقعو هٿان ڪونه وڃايو جو ته لسٽ تي ٻارنهن ۽ چوڏهن رپيا لکيل آهي جڏهن ته گوشت وڪرو خير سان تيهه روپين ڪري ٿو. ڪير چئي هنن کي جو ته هنن پنهنجو ڪم ٺرو پراپر چينل ڪرائي ڇڏيو. يعني واسطيدار صاحبن وٽ گوشت مفت ۾ پهچائي ڇڏيو. عيد ته وري سائين سبزي وارن جي، جن ٻاروٽي سبزيءَ کي پاڻي ۾ پسائي تازي ڪري وڪيو. ميوي وارن به روزيدارن کي وري پنهنجي من پسند اگهن تي ميوو پئي وڪيو جو ته مارڪيٽ ڪاميٽي وارن به ته لسٽون پنهنجي حساب سان ناهي ڏنيون اٿن. سو سائين ڪهڙيون ٿا

ڳالهيون پڇو؟ ڪپڙي وارن جون، جن رقم تہ ورتي ميٽر جي حساب سان پر ڪپڙو ماپيو وال جي حساب سان. ڪيري ڪچي؟ ڪنهن کي طاقت آهي؟

سائين حجمن بہ تہ پنهنجو وارو وڃايو ابتين سبتين، مڏين ۽ تکين پاڪين سان ڏڙا ڏڙ عيد ڪمائي. واهہ ڙي ڪير وارا تنهنجا ڏڪ. نہ مڙئين تون بہ، پنهنجا جوهر ڏيکاريا. ڪارو منو ۽ بدبودار پاٽي ڪير ۾ ملائي ۽ اڳهہ وڌائي عيد کي هٿرادو رونق ڏني. ڪير چئي ٽرانسپورٽ وارن کي انهن تہ هر مسافر کان عيد خرچي جي بهاني سان پٽي وڏيک ڀاڙو وصول ڪيو. عيد تہ سائين وري ڳنڍي ڇوڙن جي جن هڪ ئي ڏڪ سان ماڻهن جا ٻيڙا پار ڪيا. سائين اڄ فقيرن جي وٽن ۾ بہ ريزڪي سکن بدران نوٽ ئا پريل ڏسجن. "هائوس فل" - هي ڪائي سئنيما ناهي پر هي درزي جو دڪان آهي پوءِ بہ ماڻهن کان پنهنجي مرضي مطابق ٺڪي ٺوڪي سلائي ٿو وٺي سبي ڏيڻ لاءِ. واهہ ڙي استاد تنهنجو ڪمال!

سو سائين هاڻ توهين پاڻ فيصلو ڪيو تہ توهان جا ڏنو جا ورتو ۽توهان سان ڇا وهيو واپريو. پر حقيقت ۾ عيد انهن جي جن روزا رکيا راتين جو تراويحون پڙهيون، عبادتون ڪيون، نفل پڙهيا، خير خيراتون ڪيون غريبن مسڪينن جي خبرچار لڌي.

پر سائين منهنجا پنهنجي تہ خبرچار ڪوئي لهي ئي ڪونہ ٿو، پوءِ پاڻ کي عيد جي خوشي ڪهڙي ٿيندي. عيد جي خوشي تہ انهن کي آهي جيڪي هر وقت خوش جن کي نہ ڪوئي غم، نہ وري ڪوئي وهم نہ فڪر نہ خيال ۽ جن وٽ صرف مال ئي مال! جڏهن تہ اسان وٽ آهن تياسي ۽ ڇهاسي سال. ٽوڙي ڦاٽڪ وارا ڦٽ ڇٽا ئي ناهن تہ مٿان گهانگرا موي‍ءَ وارا زخم. اجان اهي زخم نريا ئي مس تہ مٿان وري نٽي ۽ جهوڪ وارا سخت سور، ڪهڙي نہ بي دردي‍ءَ سان نوجوانن کي

ڇيپاٽيو ويو. سال ٨٧ع ۾ اسان جي دوست محمد حسن جتوئي جو وڏو ڀاءُ، علي حسن جتوئي اين ايل سيءَ جي تيزرفتار ٽريلر جي حادثي ۾ پنهنجن ٻارڙن، هڪ ٻيوه، پنهنجي پيڙزي ماءُ ۽ ڀائرن کي جدائي جو داغ ڏيئي هليو ويو. علي حسن جتوئي جي حياتي جو ملهه اين ايل سي وارن فقط ڏهه هزار رپيا ڪٿيو آهي، جڏهن ته تازو مڪلي تي فوت ٿيلن مان هرهڪ فوتي جي عزيزن کي اين ايل سي وارن پنجاهه پنجاهه هزار رپين جا چيڪ ڏنا آهن. اها ناانصافي ناهي ته ٻيو ڇاهي؟

اين ايل سيءَ جي حادثي ۾ فوت ٿيل محمد حنيف ميربحر جي چٽي تصوير اکيان اڄي بيٺي آهي، جيڪا جڻ ائين چئي پئي ته ادا بابا ڳل محمد کي چئجو ته دل نه هاري قسمت ۾ جيڪو لکيل هوندو آهي، اهو اوستائين ٿيندو ئي آهي.

سو سائين منهنجا اسان جي ڪهڙي عيد؟

تازو جهوڪ شريف جي سوڙهي رستي ابڙال جو رهاڪو محمد حسن سومرو به ائين چئي رهيو آهي ته جيڪي ڪجهه قسمت ۾ لکجي ويندو آهي سو ٿيندوآهي.

ڏانڌاري جا ميمڻ نوجوان ڀائر ڪيئن نه بي دردي سان اين ايل سي وارن ڇيپاٽيا آهن ان دردناڪ منظر کي ڏسي ماڻهن اين ايل سي جي ٽريلر کي باهه ڏني. پر پوليس هڪدم حرڪت ۾ اچي ويئي آهي، ڪيترا ماڻهو اڃا سوڌا جيلن ۾ آهن. ان دل ڏاريندڙ موقعي تي وري سنڌ جي هوم سيڪريٽري جو بيان آهي ته ٽريلر سازيندڙن کي سخت کان سخت سزا ڏني ويندي. جڏهن ته اين ايل سي جي ڊرائيورن تي قدم کڻڻ کان اڳ ۾ اين ايل سي وارن کان اجازت وٺڻي پوندي. واهه ڙي صاحب! تنهنجي دليري وارو انصاف.

سائين توهين ٻاڻ ٻڌايو ته اسان جي ڪهڙي عيد؟

اسان جي نوجوانن کي ڏاڙيل ڇٽي ماريو وڃي جتي ٽر ۽ ٻر هجي، جن جو امامن وانگر سالن کان پاڻي بند هجي جن مٿان فوجي ڇانوڻين جا پهرا هجن. تن جي ڪهڙي عيد؟

اسان جي دوست آفتاب سومري کي ٽاڻي تي مارڪٽ ڪٽي پٽي وڃي پوءِ سائين اسان جي ڪهڙي عيد. اسان جا رهبر (اديب) اسپتالن ۾ علاج، لاءِ واجهائين پيا. اسان جي ڪهڙي عيد. او سچڻ سائين! اسان جي ڪهڙي عيد!!

آءُ ڪيئن عيد ملهايان، جهانگي منهنجا جهولن،

آءُ ڪيئن عيد ملهايان، سانگي منهنجا سورن.

هلال پاڪستان
18-5-1988

# ڊڪ ميڏا ڊولڻا

سو سائين منهنجي ڪي چوان، وڏي وٽ ونان ڪان پوءِ جنيوا ناهہ ٿي ويو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ٻئي ڌريون پاڻ ۾ ٺهي تہ اڳ ۾ ئي ويون هيون.

خير ان ڳالهہ کي ڇڏيو هاڻي مجاهدن کي واپس ڪرڻ جو سوال پيدا ٿيو آهي. افغان مجاهد ڌرٺو هٽي وينا آهن ۽ پڻ دڙڪا ڏيئي چئي رهيا آهن تہ اسان ڪونہ ويندا سون پر آخري دم تائين جنگ جاري رکنداسون. جڏهن تہ چڱن مڙسن جي سامهون سوويت فوج جو هڪ اٺالو هار پائي واپس بہ هليو ويو، پر پوءِ بہ مجاهد نہ وڃڻ تي ضد ٻڌي بيٺا آهن. شايد اهو ان لاءِ تہ پنهنجي ملڪ ۾ هاڻي ڳڙ ۾ ڊوڊو کيئن ڪائيندا هت تہ انهن کي دنيا جو هر عيش عشرت ميسر آهي. پوءِ انهن کي ڪهڙي پئي آ جو واپس ٿين. انهن جي دڙڪن ڪانپوءِ اسان جي ملڪ جا نگهبان بہ بيان ڏيڻ لڳا تہ مجاهدن تي زور ڀرٺو ناهي آرام سان آهستي آهستي ويندا. پر سائين منهنجا اجا تائين هڪ بہ ماڻهو نہ ويو آهي. انهن جي دڙڪن جي سلسلي ڪانپوءِ يارنهن اپريل اوجهڙي ڪئمپ وارو سانحو سامهون آيو. الله سائين شل اسان جي ڏناهن کي معاف ڪري. ان واقعي سان ڪيترا راز بہ کلي پيا جو هڪدم آمريڪا جا ماهر اسلام آباد پهچي ويا آهن، ان باهہ وسائڻ لاءِ. پر جڏهن تہ ستون پيڙو اجا پند ۾ آهي. ٻاويهين اپريل تي پارليامينٽ ۾ بحث دوران ميمبرن چيو تہ اوجهڙي ڪيمپ جي ڌماڪن ۾ متاثر ٿيل ماڻهن لاءِ معاوضو آمريڪا کان ونڻ گهرجي چو تہ هن

واقعي لاءِ آمريڪا ذميوار آهي. هن پين هنڌن تي هٿيار پهچائڻ لاءِ اوجهڙي ڪيمپ کي استعمال ڪيو آهي. اها باهه اجا وسائي ڪونه هئي ته چمن ويجهو جنگا وٽ بارود جا ذخيرا ڦاٿا. هاٿي انهن باهين ۾ ڪيترو نقصان ٿيو. صحيح انگ اکر ڏيڻ کان پوتار پاڻ به گهبرائن ٿا. پر آخر ڪيستائين ناحق خون ٿيندا رهندا. سائين هڪ طرف خاندان تباهه ٿي ويا ته ٻئي طرف وري موقعي پرست ماڻهن جي عيد ٿي. چاڪاڻ ته اهڙا ماڻهو اسلام آباد پهچي ڪري تباهه ٿيل ڍيرن تي ويهي روئڻ لڳا ته هي اسان جو فلاڻو، هي فلاڻو. اهڙي طرح اهي به ڪمائي ڪرڻ پهچي ويا. پر حقيقي ماڻهن کي ڇا مليو؟ پاڻ کي خبر نه آهي، پر سائين منهنجا ڌماڪي وقت آرمي اميونيشن ڊيپوءَ تي آرميءَ جون ٢ ڪمپنيون موجود هيون. تن جي ڪائي خبر نه آهي. خير سائين اهي راز جون ڳالهون آهن ۽ راز رهڻ ڏيو. پر حيراني آهي سعودي عرب جي بادشاهه فهد جي امداد تي، جنهن اوجهڙي ڪئمپ جي امداد لاءِ ١٦ مئي تي ستر لک جو سامان موڪلڻ جو اعلان ڪيو. پر شايد ڪراچيءَ جي ڌماڪن جو اطلاع ڪيس نه ڏنو ويو هوندو ۽ پڻ لوڊ شيڊنگ ڪري ٿر واسين جون دانهون به ڪونه پهتيون هونديون چاڪاڻ ته لائين جو نظام درهم برهم آهي. خير هر ڪنهن جي پنهنجي پنهنجي مرضي آهي هاٿي ته بلڪل خاموشي آهي ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو.

هلال پاڪستان
12-7-1988

# هيرا ڦيري

سو سائينءَ منهنجي ڪي چوان عجب دؤر پيدا ٿي ويو آهي، جنهن ڪي ڏس جيئن وٽي تيئن پيو ڪري. ڪوئي چوڻ آکڻ وارو ئي ناهي. ايمانداري ۽ شرافت تہ جڻ اڄڪلهہ ويچاريون ٿي پيون آهن، ائين ڪٿي چئجي تہ شرافت جا پهريان حرف تہ جڻ اڏامي ويا آهن، باقي وڃي "ت" حرف وڃي بچيو آهي.

سو سائين منهنجا ان "ت" وري انسان کي ايترو تيز ڪري ڇڏيو آهي جو هر ڪنهن جي دل ۾ وڏماٿهپ وارو جنون تيز ٿي ويو آهي، جنهن سبب هرڪو ماڻهو مختلف حيلن بهانن سان غلط سلط يا ڪٿي ائين چئجي تہ هيرا ڦيري ڪرڻ لڳو آهي.

سائين منهنجا هيرا ڦيريءَ وري پنهنجو ايترو نالو ڪڍيو جو هاڻي جيڪو هيرا ڦيري نٿو ڪري سو پاڻ وانگر ڪنهن کي وٽي ئي ڪونہ. پوءِ اها هيرا ڦيري پئسي ڏوڪڙ جي هجي، زبان جي هجي، انگن جي هجي، پوءِ ڪٿي اهي انگ بجيٽ جا هجن يا انڪم ٽيڪس جا. پر جي ڪنهن جي حقن کي مارڻ لاءِ فائيلن جي هيرا ڦيري ڪجي تہ ڪا تعجب جي ڳالهہ ناهي، ڇاڪاڻ تہ هرهڪ پنهنجي طاقت آهر هيرا ڦيري ضرور ڪري ٿو وڃي.

سائين منهنجا ڏسو نہ توهان پاڻ فيصلو ڪريو! پهريائين درسي ڪتابن ۾ پڙهيوسين تہ پاڪستان جو باني قائد اعظم رح جهرڪ شهر ۾ ڄائو، پر وري خبر ئي ڪانہ پئي تہ ڪتابن ۾ لکجي ويو تہ قائد اعظم رح کارادر ڪراچيءَ ۾ ڄائو هاڻي اها هيرا ڦيري ناهي تہ ٻيو ڇا آهي؟

ڀلا ڇڏيو ان ڳالهہ کي، توهان کي چوکنديءَ واري قبرستان جي ڄاڻ آهي نہ؟ جي نہ تہ ٻوءِ سائين ٻڌو. چوکنديءَ وارو قبرستان، جنهن جون قبرون سنگتراشي ۽ اعليٰ هنرمنديءَ جو مثال ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهن، جنهن تي ملڪي يا غيرملڪي محققن ايترو لکيو آهي جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر. پر اسان ڇا ڪيو جو قبرن جي ڪتبن تان ٻهريان لفظ "ڄام" مٽائي ڪري "بلوچان ڪا قبرستان" بڻائي ڇڏيو. وري تڪاءُ تي ويو، انهن لفظن کي مٽائي ڪري وري جوکيہ لکيو ويو. پاڻ ائين ڪونہ ٿا چئون تہ هي قبرستان هن جو يا هن جو آهي، جنهن جو بہ آهي اسان جوآهي. انجي حفاظت ڪرڻ کپي. پر ائين نہ ٿئي جو ان هيرا ڦيريءَ ڪري اسان کان اهو قبرستان ئي نہ ڇڏائجي وڃي ۽ ٻوءِ اخبارن ۾ خبر اچي تہ چوکنديءَ جي فلاڻي بلڊنگ يا ڪوٺيءَ مان اسلحو يا هيروئن هٿ آئي ۽ ڏوهاري ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

سو سائين خبر ناهي تہ هيرا ڦيري الائي ڪٿي دنگ ڪندي، الائي ڇا ٿيندو؟ سائين منهنجا ٿيندو وري ڇا جيڪي ٿيڻو هوندو سو ٿيندو، ڪنهن ڪي طاقت ناهي ڪجهہ چوڻ جي. ڏسو نہ سائين، ١٩٨۴ع ۾ سنڌ سرڪار جي ثقافت ۽ سياحت واري کاتي ڀاران شاهہ ڀٽائي جي عرس جي موقعي تي هڪ شاهہ جو رسالو پرنٽ ڪرايو ويو، جيڪو جرمنيءَ جي محقق ۽ اسڪالر ڊاڪٽر آرنسٽ ٽرمپ جي اصلي شاهہ جي رسالي تان نقل ڪيو ويو، پر افسوس جو جنهن لائبريري مان اهو ڪتاب ورتو ويو، تنهن مالڪ جو نالو نشان ئي نہ آهي. وڃان ٻين ماڻهن پنهنجا نالا ڳڻائي ان وقت جي سرڪار کان انعام و اڪرام حاصل ڪيا، وري ٻيو ظلم اهو ٿيو جو ان رسالي کي هڪ فوجي جنرل جي نالي سان منسوب ڪرايو ويو.

سائين منهنجا هاڻي توهين پاڻ چئو اها هيرا ڦيري ناهي تہ ٻيو ڇاهي؟ اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هاڻي اُن رسالي تان ان انتساب کي هٽايو

ويو آهي. جيڪو وري بحال ڪيو ويو آهي، شاباس آهي هن وقت جي جمهوري حڪومت کي. پر اها ڳالهه به ياد رکڻ گهرجي ته تازو لطيف سائين جي عرس تي وزيراعظم جي اچڻ ڪري لطيف جي نگريءَ ۾ عام ماڻهن کي روڪيو ويو ۽ چوڏاري پوليس بيهاري ماڻهن جو ۽ گاڏين جو روٽ ئي بدلايو ويو.

هڪ طرف ڀِٽائي ثقافتي مرڪز ۾ تاڙين جا تڙڪا هيا ته ٻئي طرف لطيف رڙيون ڪري رهيو هو، چو ته، ان ڏينهن لطيف جو عوام سان رابطو زبردستي ڪاٽيو ويو. پاڻ ڄاڻو! اسين ڪجهه به نٿا چئون سائين. پر جي اسين چئون به ته ڪهڙو اثر پوندو؟ مالڪ آهيو. جيئن وڻيو تيئن ڪريو!

سائين ڪلاچيءَ مان ڪراچي ٿي ويو، ان ڪلاچيءَ ۾ مشهور مورڙي جو قبرستان آهي پر هاڻي ان قبرستان جي حد ۾ ملون هلي رهيون آهن ۽ انهن ۾ مشهور مِل آهي پراچہ مل ۽ اهڙي طرح مورڙي جي ماڳ وارو قبرستان هاڻي پراچہ قبرستان ٿي پيو آهي. اها هيرا ڦيري ناهي ته پيو ڇا آهي!؟

سائين ڇڏيو ان ڳالهه کي به، ٿورو ياد ڪريو ٢ سال اڳ اخبار ۾ اشتهار ڇپيو هو ته ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي لائبريريءَ واسطي سنڌي ڪتاب گهرجن. گهٽ ۾ گهٽ ٥٠ ڪتابن ڏيڻ واري جي نالي سان هڪ ڪارنر منسوب ڪيو ويندو. منهنجي دوست به هڙو سنهري موقعو هٿن ڪان ڪونہ وڃڻ ڏنو ۽ ڪتاب موڪلي ڏنا. پر افسوس جو هن جي نالي سان ڪارنر ته نہ ٺهيو پر مهربانن جي لسٽ ۾ به سندس نالو ڪونہ آيو. پوءِ سائين توهان پاڻ چئو. هي هيرا ڦيري ناهي ته پيو ڇا آهي.

ان ڳالهه کي به ڇڏيو. هاڻي ٻي ڳالهه ڪي وٺو. تازو نومبر ۾ بين الاقوامي سچل ڪانگريس ٿي. ان موقعي تي سچل سرمست تي

لکيل ۽ پڙهيلن مقالن تي ڪتاب "سچل سارو سچ" جي نالي سان شايع ڪيو ويو. پر ڪانگريس ۾ ڪتاب تي ممتاز مهر ڳالهائيندي چيو تہ "منهنجي انگريزي واري مقالي ۾ هيرا ڦيري ڇو ڪئي وئي آهي؟" هاڻي سائين ڏيو جواب! ها سائين چون ٿا تہ هي ڪتاب سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن ڇپرايو آهي، پر لڳي ائين ٿو تہ ڇڻ ڪتاب ڪنهن فرد جو هجي. سنڌي ادب جو تنقيدي جائزو ۽ سنڌي ادب جو تاريخي جائزو انهن ڪتابن جا نالا جدا جدا، پر مواد ٻئي هڪ جهڙا. سائين منهنجا ٿورو سوچيو تہ سهي! هيءَ هيرا ڦيري ناهي تہ ٻيو ڇا چوندو؟

هلال پاڪستان
15-2-1989

# سرڪاري ملازم جي عيد

سو سبائين منهنجي ڪي چوان عيدالفطر اسلامي سال جي پهرين عيد آهي، ان ڪري ئي هن عيد کي ملهائڻ لاءِ زور شور سان تياريون ٿينديون آهن. جڏهن تہ هي مهينو نيڪيءَ پرهيزگاري ۽ خدا جي بندن سان محبت ڪرڻ سان گڏ اخوت ۽ ڀائيچاري جو سبق سيکاري ٿو ۽ پڻ نيڪ عمل ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو، پر ڇا! اسين ان تي عمل ڪريون ٿا يا نہ؟ جڏهن تہ هن عيد کي ملهائڻ لاءِ هڪ هڪ ڏينهن ڳڻيو پوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهوروزا رکي ٿو، مگر اڄ هو روزن رکڻ کي بہ بک ڪاٽڻ ڪانسواءِ ڪجهہ نہ ٿو سمجهي يا وري ڪم ڪرڻ جي صلاحيت ختم ٿيڻ ٿو سمجهي.

اهوئي سبب آهي جو مسلمان، مسلمانن جي هن ئي مهيني ۾ مڏي چريءَ سان کل لاهي ٿو ڪڍي. ڇو تہ هن کي بہ تہ عيد جون خوشيون حاصل ڪرڻيون آهن نہ!؟

انهيءَ ڪري دڪاندار هن مهيني کي برڪت وارو سڏيندي، متي تي اڇي ٽوپي رکي روزي ۾ سچائي جي دعوا ڪندي گراهڪن جي اهڙي ابتي سبتي کل ٿو لاهي جو ويچارو گراهڪ ٻڙڪ ئي نہ ٿو ڪڍي، پر خوشي خوشي سڀ ڪجهہ سهي ٿو وڃي.

پيارا سائين هن ساري وايومنڊل ۾ سرڪاري ملازم جي عيد ملهائڻ هڪ عذاب کان گهٽ ڪانهي.

سو سائين سرڪاري ملازم جي تہ اڳ ۾ ئي کل لٿل آهي. باقي جي هو جيئرو جاڳندو، گهمندو ڦرندو نظر اچي ٿوتہ اها سندس ايمان

جي سلامتي آهي، باقي ٻيو سڀ خير.

ها سائين ايمانداريءَ سان ڏٺو وڃي ته اهي ملازم جيڪي صرف پگهار تي گذر سفر ڪن ٿا. انهن لاءِ هي مهينو پريشانين جو ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته هن مهيني ۾ هر شئي جا اگهه وڌي وڃڻ ڪري سندس مهيني جو پوتاميل ئي ملياميٽ ٿيو وڃي، پر جيڪي ملازم روز ٻيا نوٽن سان کيڏن، تن لاءِ هي مهينو ڊبل رحمت وارو ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته عيد جي بهاني پنهنجي حساب ڪتاب لين دين جو اگهه ٻه وڌائي ڇڏيندا آهن. جنهن سبب هو هڪ عيد ڇا پر ڪيترن ئي عيدن جون خوشيون حاصل ڪري وٺندا آهن.

جڏهن ته سَڪَ پگهار وارو سرڪاري فرمانبردار نوڪر ويچارو سارو سال ويل ۾! ڇو ته سندس پگهار ئي ايتري مس آهي جو وڌ ۾ وڌ ٨ ڏينهن مزيئي خوش، باقي ڏينهن باٽتال ۾. انهيءَ ڪري ئي پهرئين تاريخ تي ڪينٽين واري جي بل ڪان جند ڇڏائڻ لاءِ ائين ڀڄي نڪرندو آهي جيئن ڪانءُ ڪمان ڪان. منهنجو مقصد اهو نه آهي ته هو ان کي پئسا ناهي ڏيندو. پئسا ضرور ڏيندوآهي، جي نه ڏي ته سارو مهينو آفيس ۾ يار دوستن ۽ آئي وئي مهمانن جي ٿهل ٽڪور يا چانهه سگريٽ ڪٿان ڪري. پر هو ڀڄندو ان لاءِ آهي ته ڪجهه وقت نوٽن کي پاڻ سان رکي ڪري وري پگهار ڳڻي مزيئي دل کي آٿت ڏيندو ته اڄ پگهار ملي آهي. باقي اهڙي ڪائي ڳالهه ڪانهي. پر جي سندس پگهار کي مهيني جي چئن هفتن ۾ ورهائي حساب لڳائجي ته خبر پئجي ويندي ته سرڪاري نوڪر ڪيترو خوش ۽ مزي ۾آهي. ڇو ته مهيني جو پهريون هفتو خوشا خوشي ٻيو هفتو ڏڪا ڪشي، ٽيون هفتو فاقه ڪشي ۽ چوٿون هفتو خودڪشي هاٿي توهين پاڻ ٻڌايو ته هي ويچارو عيد جون خوشيون ڪٿان حاصل ڪري! ڪير ان جي دل جون دانهون ٻڌي، ڪير هن جي دلجوئي ڪري ڪير ٻه نه ٽو ڪري، ايستائين

جو جنهن جو هو نوڪر آهي. اهو به سندس دل جو ئي نتو ڪري.

جڏهن ته هرڪو ماڻهو عيد جي خوشيءَ ۾ وٽ سٽ ڪري مختلف بهانن سان عيد جون خرچيون پيو ٺو ڪدي. ڪپڙي وارو رعاتي سيل جو خاص بورڊ لڳائي ڪري رڳي جي بدران ڏهه رپيا وصول ڪري ٿو. درزي وري رمضان شريف شروع ٿيندي ئي هائوس فل جو بورڊ هڻي ڪري، ماڻهن ڪان وات ڳهري رقم وصول ڪري ٿو. پاڇي وارن جي ڳالهه ئي نرالي آهي جو سواءِ پٺاڻن بصرن جي باقي سڀ پاڇيون پاڻيءَ جي ڊرم ۾ وجهي ڪري وزن ۾ واڌارو آڻڻ لاءِ پيو جتن ڪري باقي اگهه جي ڳالهه ئي نه ڪريو ته سٺو.

هاڻي سائين هلو بوٽ وارن جي دڪان تي، رنگ برنگي بلبن جي روشنيءَ ۾ بورڊ لڳل عيد جي خوشيءَ ۾ خاص سيڪڙو رعايت. اهڙو اعلان ٽي وي، ريڊيو وغيره تي ڏبا ڏب، پر جڏهن دڪان تي بوٽ تي لڳل قيمت ڏسو ۽ پوءِ پنهنجي دل تي هٿ رکو ته فرق صاف ظاهر ٿيندو.

مون رات دڪان تي بوٽ خوشيءَ سان کنيو پر جڏهن لڳل چٽ تي نظر پيئي ته هٿ کي ائين جهٽڪو آيو ڄڻ بجليءَ جو شاڪ لڳو هجي. پر شابس آهي انهن افغاني پٺاڻن کي جن اسان کي پيرن اگهاڙين ٿيڻ کان بچائي ورتو آهي. لک آفرين اٽن جو پراڻن سراڻن ڊسڪو ڪٽ بوٽن کي مالش پالش هڻي اڱڙيون سڱڙيون وجهي نئون تازو ڪري ڳاڏڙڻ تي اسان جي سفيد پوشيءَ کي ڍڪڻ لاءِ تيار بيٺا آهن. پر هاڻي انهن جا به سڏا سنوا ڏک آهن. ڪنهن ڪنهن جي ڳالهه ڪريان، سورن ۾ پيو سڙي سرڪاري نوڪر.

هاڻي ته وري سحري تي اٿارڻ لاءِ ڏبا کڙڪائيندڙن به پنهنجي اوڳاڙي شروع ڪري ڏني آهي، هڪ ماڻهو هجي ته به نهيو هٿ ته لين لڳي پئي آهي. پورو مهينو ته انهن مان ڪو آيو ئي ڪونه. پر وري هي

چونءُ تہ اسين رات جو جاڳائڻ وارا آهيون، جڏهن تہ هر گهٽيءَ ۾ ساري رات ڪرڪيٽ راند جو گوڙ شور ئي جاڳائڻ لاءِ بس هو.

ها سائين هرڪو ٿوعيد خرچي گهري، مٺ مائٽ، اوڙو پاڙو، پار ٻچو، ڀينگي سنگي، مطلب تہ سڀ جي وات آهي عيد خرچي، پر سرڪاري نوڪر ڪي عيد خرچي ڪير ڏي؟ بقول دڙو دادا جي هن ڀيري تہ ڪيترائي ملازم هتي ڪراچيءَ ۾ رهي پيا آهن، ڇاڪاڻ تہ پنهنجي گهر ۾ ٻچن ڏانهن ڪهڙو منهن ڪٽي وڃن. آهي ڪوئي سوچڻ وارو؟ آهي ڪوئي سندن دلداري ڏيڻ وارو.

ڪيترائي سال اڳ ملازم کي هر ٽين سال کانپوءِ اڌ پگهار تفريحي الائوس ڏنو ويندو هو. پهرين جمهوري دور ۾ ڀٽي صاحب اهو ختم ڪري هر سال عيدالفطر تي بنيادي پوري پگهار بونس ڏيڻ جو قانون ناهيو. اهڙي طرح هڪ سال سندس ئي دور ۾ ائين ٿيو بہ ۽ سرڪاري ملازم خوش رهيو پر مسڪين کي اها خوشي نصيب ايتري ڪونہ ٿي، ڇو تہ آمريت اچي نڪاءُ ڪيو. تڏهن کان ئي ويچارو ملازم سورن ۾ پيو سڙي.

هاڻي تہ خير سان وري جمهوريت آئي آهي، سو سرڪار سڳوري ان طرف بہ خاص ڌيان ڏئي ڪري بونس وارو فقرو بحال ڪري سرڪاري ملازمن کي ذهني پريشانين کان نجات ڏياري تہ هن حڪومت جو اهو هڪ سٺو قدم سڏيو ويندو. ۽ ان سان گڏ غريب ملازمن جون دعائون بہ ڪٽندي. وڏيڪ سرڪار مائي باپ پاڻ ڄاڻي. اسين ڇا ٿا ڪري سگهون سواءِ صلاحن ڏيڻ جي.

هلال پاڪستان

25 اپريل 1990

# ڀاڳ جون ڀلايون

سو سائين منهنجي ڪي جوان بخت ۽ ڀاڳ جون ڀلايون ٻه پنهنجو مٽ پاڻ آهن ڇاڪاڻ ته بخت ۽ ڀاڳ جون جنهن سان ٻه لائون لڳي ٿيون وڃن، بس سائين پوءِ پٺون ٻارنهن!

تڏهن ته چيو اٿن ته ڀاڳ ڏي ڀيڙو ته دال مان سيرو. ڀاڳ ڏي دپ ته دال منجهان رپ. جي وري ڀاڳ ڏي پوندو ته پوءِ هٿ ۾ ڏنڊو ۽ ڪونڊو پوءِ وٽ گهوٽيندو.

پر سائين منهنجا جڏهن جو ڪنهن سان ڀاڳ ڀلايون ڪري ته پوءِ عيش ئي عيش، ترقيءَ متان ترقي، پيو دنيا ۾ نالو چمڪي!

وري جي ڪنهن غلام سان ڀاڳ ڀلايون ڪري ته پوءِ غلام به بادشاهه ٿيو پوي.

ها سائين ڏسو نه قطب الدين ايبڪ ڪير هو؟

هي غلام ئي ته هو جنهن پنهنجي وفاداريءَ، سمجهداريءَ ۽ خدمتن جي ڪري پنهنجي مالڪ آقا سلطان شهاب الدين جي دل ڪٽي ورتي ۽ اهڙي طرح هي غلام مان ترقي ڪندو سلطان شهاب الدين غوريءَ جو چوڏهن سال نائب سلطان ٿي رهيو. پر جڏهن سلطان شهاب الدين جي وفات ٿي ته هي غلام پوري هندستان جو سلطان بڻجي ويو.

ايشيا جي تاريخ ۾ هي پهريون غلام هو جيڪو وقت جو حاڪم بڻجي ويو. پر هڪ ڳالهه آهي ته هن کي پنهنجي رعيت سان گهڻو پيار هوندو هو. اهوئي سبب هو جو قوم هن کي "لک بخش" جو خطاب ڏنو.

"مسجد قوت اسلام" ۽ قطب مينار جي نالي سان اڄ به دنيا ۾ هن جو نالو مشهور آهي.

پر سائين وري جي تاريخ جا ورق اٿلائبا ته "التمش" جو به نالو ملي ٿو وڃي. هي به ته هڪ ترڪ غلام ٿي هو. هن همراهه به پنهنجي بهادريءَ، سمجهداريءَ ديانتداريءَ سان پاڻ کي غلام مان سلطان التمش بڻايو.

اهي آهن پاڳ جون پلايون. وجهه هٿ مٽيءَ ۾ ته سون ٿي سون! سائين منهنجا ٿورو ترسو! پاڳ جون پلايون ۽ محبتون اسان جي ملڪ سان به آهن جو هتي به ڪيترن ئي غلامن کي سلطان بڻائي ڇڏيو آهي. پر اها ٻي ڳالهه آهي ته همراهه غلام هجي يا سندس نالي جي شروعات لفظ "غلام" سان ٿئي.

سائين منهنجا ڏسو نه! هن وقت به اسان جي ملڪ جو ٽوٽل ڪنٽرول بادشاهه، غلام اسحاق اهڙي نموني سان ئي ته ٿيو آهي. جهڙي طرح هندستان جي غلامن پنهنجي حاڪمن جون دليون کٽي ورتيون اهڙي طرح هن ٻوتار به پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو. هن به پنهنجي بهادريءَ سمجهداريءَ سان بالا آفيسرن جون دليون کٽي ورتيون آهن، جو ته هن صاحب ١٩٤٠ع ۾ صوبائي سول سروس ۾ نوڪريءَ جي ابتدا ڪئي. قابليت ۽ سياٽپ سان ترقي ڪندو، ١٩٤٧ع ۾ صوبي سرحد جي وزيراعليٰ جو سيڪريٽري ٿي ويو ۽ وري پاڳ جي مهرباني سان ١٩٦١ع ۾ فيلڊ مارشل جنرل ايوب خان هن کي واپڊا جو چيئرمن مقرر ڪيو ۽ وري ڪيس وفائن جي صلي ۾ هن کي هڪ وڏي عهدي تي فائز ڪيو ويو. يعني ١٩٧٠ع ۾ هن کي ڪيبنٽ جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. انهيءَ ڪري هن کي جنرل يحيٰ خان سان ملڻ جو ويجهو موقعوملي يو ۽ آخر ۾ جڏهن ١٩٧١ع ۾ جناب ذوالفقارعلي ڀٽو ملڪ جو وزيراعظم ٿيو ته هن صاحب وري هن کي نوٽن جي وچ ۾ ويهاري

ڇڏيو يعني هن کي اسٽيٽ بئنڪ جو گورنر مقرر ڪري ڇڏيو.

ڇٽن سالن کان پوءِ سندن خدمتن اهو رنگ لاتو جو ڀٽو صاحب ١٩٧٥ع ۾ هن کي "وزارت دفاع" جو سيڪريٽري بڻائي ڇڏيو. سبحان الله واه ڙي ڀاڳ، تنهنجا کيل!

سو سائين منهنجا اهوئي عهدو هيو جتان ڪيس سندس گهرو تعلق جنرل ضياءُ الحق سان ٿيندو ويو. تان جو ١٩٧٧ع ۾ ڀٽو صاحب جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿي ويو ۽ غلام اسحاق خان سيڪريٽري جنرل حڪومت پاڪستان مقرر ٿي ويو.

سائين منهنجا سيني عهدن مان سندس هي عهدو ٽاپ ڪلاس جو هو، جو ته هن عهدي ۾ هي صاحب سدائين ٽوٽل ڪنٽرول رهيو. پر ان کان وري پوءِ وزير خزانه ڊپٽي چيئرمن پلاننگ ڪميشن رهيو.

بخت ڀاڳ چوٽ چڙهندو ويو تان جو ضياءُ الحق هن کي وفاداريءَ جي بدلي ۾ سينيٽ جو چيئرمن بڻائي ڇڏيو. جهڙي طرح سلطان شهاب الدين غوريءَ جي وفات کان پوءِ قطب الدين ايبڪ هندوستان جوسلطان ٿي ويو، اهڙي طرح ١٧ آگسٽ ١٩٨٨ع ۾ ضياءالحق جي وفات کانپوءِ هي همراهه به پاڪستان جو صدر ٿي وڃڻ ۽ اجا تائين پيو هلي. هڪ ڳالهه ضرور ڪجي ته قطب الدين ايبڪ کي ته رعيت سان پيار هوندو هو. هن صاحب کي پنهنجي رعيت سان ڪهڙو ۽ ڪيترو پيار آهي، اهو به فيصلو تاريخ پاڻ ڪندي. سائين منهنجا هڪ وري پيو به نالو آهي، جيڪو به ان مرتبي تي پهچڻ لاءِ هميشه ڪوشان رهيو.

هونئن ۽ ته هي همراهه اصل ۾ جاگيردار آهي پر ڪارڪن جي حيثيت سان پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿي محنت ڪندو هو. صوبي جو وزيراعليٰ ٿي ويو ۽ پڻ ڀٽو صاحب جي شهادت کان پوءِ پي پي جو قائم مقام چيئرمن ٿي ويو. پر جڏهن محترمه بينظير ڀٽو پارٽيءَ

جي قيادت سنڀالي تہ هن همراهہ ڪي پنهنجو آئندو اونداهون نظر اچڻ لڳو. تنهن ڪري هن ١٩٨٦ع ۾ نيشنل پيپلز پارٽي ناهي، جنهن ۾ ڪيترائي پي پي جا هم خيال ماڻهو پاڻ سان ملايائين پر جڏهن ١٩٨٨ع ۾ اليڪشن ٿي تہ هي سنڌ مان پنهي سيٽن تان هارائي ويو، ان شڪست ڪان پوءِ هن جون وايون بتال ٿي ويون، دل ۾ بغض ۽ انتقام جي باهہ وڌي ويس. اهڙي طرح مخالف گروپ موقعي جو فائدو وٺي هن کي ڪوٽ ادو مان سيٽ کٽرائي ڪري هن کي متحده اپوزيشن جو ٽاپ ليڊر بڻائي ڇڏيو. ڀاڳ جي مهرباني سان هاڻي هن کي وزارت عظميٰ تائين پهچڻ جا چانس صاف نظر اچڻ لڳا. آخر اهوئي سبب هو جو هن بينظير ڀٽو جي خلاف عدم اعتماد جي رٽ پيش ڪئي، پر وري بہ بدقسمتيءَ سان ان ۾ بہ هن کي ناڪامي نصيب ٿي. جوندا آهن تہ جهڙي نيت تهڙي مراد. پر تڏهن بہ هن حوصلو نہ هاريو ۽ ٦ آگسٽ ١٩٩٠ع جو ڏينهن هن لاءِ مبارڪ ثابت ٿيو. جو تہ صدارتي حڪم تحت جونديل حڪومت تي ڪيترائي الزام هڻي هٽايو ويو ۽ هن کي نگران وزيراعظم بڻايو ويو.

. سائين منهنجا ٿيڻ تہ ائين گهربو هو تہ وري بہ عدم اعتماد جي رٽ پيش ڪري آئيني طريقي سان حڪومت ختم ڪجي ها پر هر بار شڪست ۽ ضياءُ الحق جي يارن وزيراعظم جي پيشڪش کي ٺڪرائڻ بہ هن لاءِ وڏو عذاب بڻيو. تنهن ڪري هي موقعو هن هٿان وڃائڻ نہ ڏنو ۽ ٽپ ڏيئي نگران وزيراعظم بڻجي وينو ۽ اڳتي هلي نگران لفظ کي ڪڍي وزيراعظم غلام مصطفيٰ خان جتوئي جوڙ ۾ آيو. هن آسري ئي آسري ۾ دل جون باهيون ڪڍي ڪري اليڪشن جي نالي کي سليڪشن جي نالي ۾ بدلائي ڇڏيو.

پر سائين هڪ ڳالهہ هي بہ آهي تہ نگران حڪومت ۾ داڻي پاڻي

جو وزير وري ٿئين غلام کي بڻايو ويو جنهن جو نالو مبارڪ "غلام مصطفيٰ ڪر" آهي.

سائين منهنجا جيستائين هن صاحب جي ڳالهہ آهي تہ هي پراسرار ۽ منجهيل ماڻهو آهي، شايد ئي ڪوئي هن کي سمجهي ڇو تہ جڏهن هي ڳالهائيندو آهي تہ سياست ۾ هلچل مچائي ڇڏيندو آهي ٻوري چپ هوندو آهي تہ هن جي خاموشيءَ ۾ طوفان لڪل هوندو آهي. باقي سائين شاديون ڪرڻ تہ هن جي دلپسند وندر آهي. ڇو تہ هن جي ارادن جي ڪنهن کي بہ خبر ئي نہ پوندي آهي ڇو تہ ڀٽو صاحب جي حڪومت ختم ٿيندي ئي هي همراهہ هڪدم ملڪ کان ٻاهر هليو ويو، جڏهن تہ مرحوم ڀٽي کي پنهنجو پيءُ ڪري چوندو ۽ مڃيندو هو، پر وقت تي ائين ڀڄي ويو جيئن ڪانءُ ڪمان کان.

ضياءُ جي آخري دور ۾ ڳنڍ جوڙ ڪري ملڪ.واپس آيو ۽ وري بينظير سان گڏجي ويو، پر جڏهن تہ انجي گڏجڻ جي نصرت ڀٽو مخالفت ضرور ڪئي.

اهوئي سبب هو جو بينظير سان گڏجڻ بعد هن پارٽيءَ جي قائد بڻجڻ جي ڪوشش پئي ڪئي ۽ آخر محترمہ هن کان الڳ ٿي ويئي، نتيجو اهو نڪتو جو سندس حڪومت کي ختم ڪرائڻ ۾ غلام مصطفيٰ ڪر جو وڏو هٿ هو..

ٽورو ترسو

سائين منهنجا چوٿون نالو بہ آهي، جنهن جي سنگت بہ غلام لفظ سان آهي،

ڪيئن سائين سمجهي ويا،

نہ سمجهيو؟

اڙي سائين هي آهي چوٿون غلام حيدر وائن.

نگران حڪومت ۾ پنجاب جو نگران وزيراعليٰ.

چون ٿا تہ هي همراھ سادو آهي پر سائين منهنجا نواز شريف جو ماڻهو آهي، ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور سڪي وٺندو.

سائين منهنجا معاف ڪجو، اصل ۾ تہ پهريون پهريون نالو غلامن ۾ "غلام محمد" جو آهي. هن صاحب جي بہ ترقي اهڙي نموني جي هئي پر جڏهن پاڪ جي پلائي سان هو گورنر جنرل ٿيو تہ هن پهريون ئي چونديل اسيمبليءَ کي ختم ڪري فوجي راڄ جو بنياد وجهي ڇڏيو. ان جي ان ڏک سان مشرقي پاڪستان جي ماڻهن جي دل آزاري ضرور ٿي ۽ آئنده جي سوچڻ لاءِ مجبور ٿي ويا، ڇو تہ ان وقت وزيراعظم خواجہ نظام الدين هو جيڪو پڻ بنگالي هو.

سائين منهنجا ان ڪم کان پوءِ سنڌ کي ڪاپاري ڏک هنيو ويو يعني ون يونٽ ناهيو، پر اها ٻي ڳالهہ تہ ان ڪم ۾ اسان جا سنڌي سياستدان بہ برابر جا شريڪ هئا، هونءَ بہ ڏٺو وڃي تہ سياستدان ڪڏهن ڪوٽ ۾ نہ ويندو آهي، اگر سياست ۾ شڪست کائيندو تہ وري ان جو بدلو عوام کان وٺندو آيو آهي، هر دور ۾ هر نموني ۾ عذاب مڙيئي سنڌ ين مٿان پئي نازل ٿيندو آيو آهي. سائين منهنجا ون يونٽ کي ٽوڙڻ لاءِ جيڪا تحريڪ سنڌ مان هلي تنهنجو بہ تاريخ ۾ پنهنجو مقام آهي.

سائين ون يونٽ تہ ٽٽو پر پنجاب نامدار سنڌ جي ماڇي ۽ نور شاھ واري علائقي کي قبائي ورتو. جڏهن تہ ون يونٽ کان اڳ اهو علائقو سنڌ جو هيو، پر ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ اوپاوڙي جي يونين ڪائونسل ماڇڪو ۽ نور شاھ کي پنجاب جي تعلقي صادق آباد جي انتظاميہ جي حوالي ڪيو ويو هو ۽ ون يونٽ ٽٽڻ بعد اهوساڳيو علائقو پنجاب وٽ رهجي ويو. ڪيڏي نہ انڌيرنگري آهي جو مذڪوره علائقي جي چئني طرف کان سنڌ آهي جنهن جو حقيقي ثبوت سنڌ حڪومت جي شمارياتي بيورو جي نقشي ۾ موجود آهي پر افسوس آهي جو سنڌ

حڪومت ان متعلق ڪوبہ تحرڪ نہ ورتو آهي ۽نہ وري موقف پيش ڪيو اٿس. سمجهہ ۾ ائين ٿو اچي تہ جيئن پاڻيءَ تان هٿ ڪنيوسين تيئن هي بہ ڪم ائين ٿي ويندو.

پر سائين منهنجا مذڪوره علائقي ڪي قبائڻ ڪان پوءِ اوپاوڙي تعلقي جي هزارين ايڪڙن تي پڪڙيل "چيڙ پيلي" تي پنهنجي وارثي مڃائڻ لاءِ پنجاب سرڪار سپريم ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو آهي. اهڙي طرح سنڌ جي وڏيڪ ايراضي ڪسڻ لاءِ نوان نوان ڪوڙڪا اڏيا پيا وڃن.

سو سائين منهنجا جنهن ملڪ سان ياڳ جون پلايون اهڙيون ٿي ويون آهن جو غلام ڪي آقا بڻائي ڪري مڙيئي سور سنڌ کي ڏنا پيا وڃن.

هاڻي ڏسڻو آهي باقي بچيل غلامن جي حڪومت ڪيستائين هلندي ۽ تاريخ انهن کي ڪهڙي نموني ياد رکندي.

روزانو جاڳو
آڪتوبر 1990ع

# نڳيءَ جو ناهه

سو سائين منهنجي ڪي چوان، ويچي تہ ڪيڏانهن وڃجي! هميشہ ذهن ۾ بہ اهائي سوچ آهي. ڀلا جڏهن روزانو صبح جو اخبارن ۾ جهڙي طرح جا بيان پڙهڻ لاءِ ملن ٿا، تہ پوءِ خيال دماغ کي لوڏي ڇڏين ٿا ۽ پوءِ وري اهي ئي سوال ابرن ٿا تہ آخر وڃون تہ ڪيڏانهن؟

حڪمران هجي يا سياستدان هر ڪوئي پنهنجي پنهنجي سمجهہ ۽ سوچ مطابق بيان ڏيندو رهي ٿو. سچ پڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن ائين محسوس ٿيندو آهي تہ جڻ گهٽيءَ يا رستي ۾ ٻار ڪرڪيٽ کيڏيندا هجن ۽ بال وڃي ڪنهن راهہ ويندڙ جو مٿو ڦاڙي يا ڪنهن جاءِ جا در يا درين جا شيشا ڀڃي ڇڏي، پر کيڏندڙ انهيءَ مان لطف ۽ مزو ماڻين.

اهڙي طرح اگر ڪجهہ گدلا ٻار گهٽيءَ ۾ هڪ ٻئي مٿان ڪني گپ ڦٽو ڪري خوش ٿين، پر ان ڪني بدبودار گپ جون ڦينگون جڏهن رستي ويندڙ کي لڳن تہ پوءِ ان جو ڪهڙو حال ٿيندو!

ها سائين منهنجا سچ ٿو چوان!

اسان جي سياستدانن بہ هڪ ٻئي کي پنهنجي مفادن لاءِ غدار يا ملڪ دشمن سڏڻ جي اهڙي تہ رسم وجهي ڇڏي آهي جيڪا اڄ تائين ٻئي وڏي ۽ وڏي ٿي. انهيءَ سبب ڪري اڄ نئون نسل حيران پريشان آهي تہ اعتبار ڪجي تہ ڪنهن تي ڪجي!

شروع کان ڏسجي تہ لياقت علي خان، حسين شهيد سهروردي مرحوم کي غدار، ملڪ دشمن ۽ غير ملڪي ايجنٽ سڏيو، پر وري اڳتي هلي هنن ئي ايجنٽن کي وزارت عظميٰ بہ پيش ڪئي ويئي.

پاڪستان جي بنياد وجهندڙن مان مولوي فضل الحق، جنهن کي شير بنگال بہ چيو ويندو هو ان جي مٿان بہ غداريءَ جا الزام لڳايا ويا، پر پوءِ وري ان کي وزير داخلا بڻايو ويو.

فوجي راڄ جي باني جنرل محمد ايوب خان بہ پنهنجي وقت ۾ اڻين ئي چيو تہ ١٩٤٧ع کان وٺي ١٩٥٨ع تائين سياست ڪرڻ وارا سڀ غدار ۽ ملڪ دشمن هئا.

سائين منهنجا سنئين سڌي ڳالهہ آهي تہ صاحب اقتدار جي مخالفت ڪرڻ وارا سڀ غدار ۽ ملڪ دشمن آهن. پاڪستان جي سياستدانن جو بس اهو ئي هڪ ڪم آهي تہ هر صاحب اقتدار پنهنجي مخالف کي غدار، ملڪ دشمن ۽ غير ملڪي ايجنٽ چوڻ ۾ ڪڏهن بہ عار محسوس نٿو ڪري، پر اهي لفظن ادا ڪري فخر محسوس ڪندو آهي، ۽ اڳتي هلي اهي ئي غدار ماڻهو محب وطن الائي ڪيئن ٿي وڃن ٿا.

پاڪستان جي بانين مان جي ايم سيد کي اڄ تائين غدار ۽ ملڪ دشمن سڏيو ٿو وڃي پر اڃا تائين ڪنهن بہ اها ڳالهہ ثابت ڪئي ئي ناهي. جڏهن تہ هر وقت سياستدان سندس در تي وڃي ڪري فيض حاصل ڪن ٿا.

سو سائين منهنجا قائداعظم جا ٽي اصول اتحاد، يقين ۽ تنظيم شروع کان ئي پاڪستاني قوم جو نصب العين رهيو آهي پر ان نصب العين تي ايمانداري ۽ ديانتداريءَ سان عمل ڪرڻ جي تہ ڳالهہ ئي نظر نہ ٿي اچي. اهوئي سبب آهي تہ پاڪستان ٻن ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو. باهمي نفاق خود غرضي ڪانسواءِ سياسي بداعماليءَ جو اهو بدنما داغ هميشہ قومي سياست جي نرڙ تي صاف چٽو نظر ايندو.

سو سائين منهنجا سياستدان اهڙي نموني هڪ ٻئي مٿان اهڙا بيان ڏيئي ڪري، گهڻي جي گدلن ٻارن جيان خوش ٿين ٿا. پر ان بيان جو اثر عوام تي ضرور پوي ٿو ۽ عوام ائين محسوس ٿو ڪري تہ پاڻ

ڪنهن ڪُن ۾ قاتل آهي ۽ پڻ اهوئي سوچي تہ مون رستو بہ سنئون ورتو، پر پوءِ بہ الائي ڪيئن...!! يا وري ائين سوچي تہ شايد مون ووٽ غلط وڌو، پر جڏهن تہ هو پليءَ پيت چاٽي ٿو تہ هن ڪان اڳ بہ ووٽ ڏنا ويا پوءِ ڪٿي ۱۹۴۷ع،، ۱۹۷۰ يا ۱۹۸۸ هجي. پر پوءِ بہ انهي آسري ۾ پنهنجو اظهار ڪري ٿو تہ متان هن دفعي سندس ووٽ جو قدر ڪيو وڃي پر هاڻي ۱۹۹۰ع ڪان پوءِ شايد اهي اميدون بہ چڻ دل ئي دل ۾ قسي پيون هجن. چاڪاڻ تہ سائين جڏهن صاحب اقتدار يا حزب اختلاف پارٽي جا سياستدان هڪ ٻئي متان دقيانوسي بيان ڏين تہ پوءِ عوام تہ ويچارو ئي رهجي ٿو وڃي، جيڪو ووٽ ڏيئي ڪري بہ ٻنهي طرفن ڪان مصيبت جو شڪار ٿي پيو. چو تہ جڏهن ٻہ پارٽيون هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ ٽڪرائجن ٿيون تہ بہ عوام ئي مري! پر جي ڏاڙيلن جي خلاف مهم هلي تہ بہ ڏاڙيل گهٽ پر عوام وڌيڪ ظلم جو شڪار ٿجيووڃي. وري جي مهانگائي ٿئي تہ بہ روزانو ان جو اثر بہ عوام تي پوي. پر جي خدانخواستہ ملڪ جا مسيحا (ڊاڪٽر) جڏهن هڙتال ڪن تڏهن بہ عوام جا زخم ناسور ٿجيو پون. سو سائين منهنجا ويچاررو عوام هاڻي ساٿ ڏي تہ ڪنهن جو؟ هٿ پڪڙي تہ ڪنهن جو ۽ هٿ ڇڏي تہ ڪنهن جو؟

سائين منهنجا هاڻي تہ حالتون ئي اهڙيون پيدا ڪيون ويون آهن جو چڻ چئي رهيون هجن تہ، "او وڃ نہ پري، مون ڪان هٿڙو ڇڏائي".

پر سائين جي هٿن جي ڳالهہ ڪجي تہ پوءِ هاڻي اهي هٿ ئي ڪٿي رهيا آهن، جيڪي خلافت تحريڪ وقت هيا يا وري ائين ڪٿي چئجي تہ اهي هٿ رهيا ئي نہ آهن جن ۾ هڪ ئي جهنڊو هيو.

سائين منهنجا هاڻي ترقيءَ جي دور ۾ ايترا سارا جهنڊا تيار ٿي ويا آهن جو ڳڻپ ڪان ئي ٻاهر. وري جي انهن جهنڊن جي رنگن ڪي ٿو ڏسجي تہ بہ ذهن ڦري ٿو وڃي. انهيءَ ڪري ئي نہ جهنڊي جي اهميت

نہ وري رنگن جي اهميت رهي آهي. سائين منهنجا جهنڊو تہ قومن جي عظمتن جو نشان هوندو آهي. هاڻي تہ اهو جهنڊو ڪٿي؟ جنهن جي چانو ۾ سيني فرحت محسوس ڪئي هئي. انهيءَ جهنڊي جي مهابي ملڪ پاڪستان ٺهيو پر وري جڏهن محبت، خلوص ۽ قربانيءَ ڏيڻ جو وقت آيو تہ سڀ ڪان پهريائين اها ئي ساڳئي سنڌ ۽ سندس اهي اهوجهہ ۽ پيارا ماڻهو ئي تہ هئا جن پنهنجي ڀائرن جي گلن جي هارن سان ڀليڪار ڪري جيءُ ۾ جايون ڏيئي ڪري پيار محبت جو ماحول پيدا ڪيو. پوءِ آخر ائين ڇو ٿيو؟ جو هن محبت ڀريءَ ڌرتيءَ کي نفرتن جي باهہ ۾ ڌوڪيو ويو ۽ انهن پيار ۽ خلوص ڏيندڙن جي حقن تي ڌاڙا ڇو هنيا ويا!!؟ آخر ڪيستائين ائين ٿيندو؟

سائين شايد اڄ جو سياستدان پنهنجي انهيءَ ڀهروپي واري خول ۾پاڻ ڦاٿو آهي، ڇو تہ هن هر وقت پنهنجي سياسي ساک بچائڻ لاءِ عوام جي حقن تي راتاهو هنيو آهي. هاڻي تہ عوام کي خود ئي سوچڻو پوندو تہ انهن سياستدانن ڪان ڪيئن جند ڇڏائي ۽ انهن ڪان پنهنجو حساب ڪتاب چڪتو ڪيئن ڪري. آخر ائين ڪرڻو پوندو ڇو تہ جيڪي عوام جي ووٽ سان اقتدار جي ڪرسيءَ تي ويهي ڪري ۽ عوام ڪان طوطا چشم ٿيو پون، عوام جي زندگي صرف ان ئي آسري ۾ گذري ويئي آهي تہ من ڪو هاڻي چڱو ٿئي. پر ساڳيا لاٿو ساڳيا چڱهہ. آخر ڪيستائين مدارين جي ترڪتالين ڳالهين ۽ بنسري جي آواز تي عوام پنهنجا ڪيسا ڪٽائي پاڻ کي بڪيو بڻائيندو رهندو؟ سو سائين منهنجا آخر ڪيستائين هي نڳيءَ جا ناهہ هلندا!؟

روزانہ پڪار
5 آڪٽوبر 1991ع

# سنڌ جا سور

سو سائين منهنجي ڪي چوان، مان تہ صدقي وڃان وڏڙن سياڻن جي ڳالهين تان. سندن چيل قولن تان جيڪي اهڙا تہ عجيب آهن جو جڏهن ڏس وقت سان نهڪي اچن. سندن نصيحتون ايتريون تہ معنيٰ خيز آهن جو چا چئجي!!

سو سائين منهنجا چيو اٿن تہ گهٽي هارين هر نہ هلي، گهٽين زالين گهر نہ هلي.

ڪيئن سائين صحيح چيو اٿن نہ؟

ها سائين بلڪل ٺيڪ چيو اٿن توهين پاڻ ڏسو نہ پنهنجي ملڪ جي صورتحال بہ اهڙي آهي جهڙي وڏڙن بيان ڪئي آهي چو تہ گهٽين هارين ۽ گهٽين زالن وانگر پنهنجي ملڪ ۾ بہ سياستدان ايترا گهڻا آهن جو پڻ پيٽي ڪانهي، انهيءَ ڪري ئي پنهنجو ملڪ ترقي ڪرڻ بدران نون نون مسئلن ۾ جڪڙبو ٿو وڃي، جنهن ڪري عام شهري جي زندگي هڪ آزار بڻجي پيئي آهي. جڏهن تہ هر سياستدان ملڪ سان وفاداريءَ ۽ ملڪ جي بهتري جون ڳالهيون تہ ڪري ٿو پر سندس فعلن مان ائين ٿو لڳي جڻ آيو ڪڙو. انهيءَ ڪري ئي حالتون سڌرڻ بجاءِ بگڙجنديون رهن ٿيون.

پر منهنجا سائين وري جي پنهنجي باب الاسلام ڪي ڏسجي تہ هو بہ هاڻي باب المسائل ٿي پيو آهي. جڏهن تہ هتان جي سياستدانن ڪي ڳڻي ئي ڪونہ ٿو سگهجي. وري وڏو قهر تہ اهو جو هت قوم پرست بہ گهڻا پر پوءِ بہ قوم مٿان ايڏيون مصيبتون آهن جو ڳالهہ ڪرڻ کان ٻاهر ۽ ڏينهون ڏينهن سنڌ جي صورتحال خراب ٿيندي ٿي وڃي.

شايد اهوئي وڏو سبب آهي جو سنڌ جي حالتن کي سڌارڻ لاءِ پنهنجي عاقل ۾ فوجي ڇانوڻي ناهي ويئي ۽ پڻ نتي ۾ فوجي هوائي اڏو، نوابشاهه ۽ دادو ۾ ڇانوڻيون ٺاهيون پيون وڃن.

پر اها به ڳالهه آهي ته اتان جي ماڻهن کي زمين کان بيدخل ڪري ڪجهه به نه ڏنو ويو ۽ اهي مسڪين وتن ٿا پيا نه انهن جو داد نه فرياد ٿو ڪوئي ٻڌي!! جڏهن ته ڪالاباغ ڊيم واري علائقي جي متاثر تيل ماڻهن کي به پنهنجي عاقل، گهوٽڪي ۽ ڪشمور وغيره ۾ سرڪاري طرح آباد ڪرڻ سان گڏوگڏ انهن کي زمينون به ڏنيون وڃن ٿيون، جو ته سائين ڪالاباغ ڊيم ۽ پاڻي واري ناهه ۾ اهي سڀ ڳالهيون سنڌ جي مفاد ۾ ٿي ته شامل آهن. منهنجا سائين اها سنڌ سان محبت ٿي ته آهي جو هت دهشتگرد پيدا ڪري اصل وارثن جي ملڪيت تي قبضا ڪرائي ۽ پوءِ به دهشتگردن کي مظلوم قرار ڏيئي انهن کي ۽ انهن جي بهاني ۾ غير ملڪين کي ڪراچي جي اورنگي، ابراهيم حيدري، مخدوم بلاول ڪالوني، نوابشاهه، حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ ڪوٽڙي وغيره ۾ سرڪار جي مهرباني سان آباد ڪرڻ سان گڏ اڳوات انهن لاءِ روزگار به مهيا ڪيو ٿو وڃي. جڏهن ته سنڌي ماڻهو ماني جي ڳپي ٽڪر لاءِ پريشان.

اهي سنڌ جا اهڙا سور آهن جيڪي ڪنهن ٿان به ڳجها ڪونه آهن. سنڌ جي انهن سورن ۾ پنهنجو وزيراعليٰ ڄام صاحب به ٿو سڙي جو حالتن کي سڌارڻ لاءِ ڏينهون ڏينهن پنهنجا حمايتي پيدا ڪندو ٿو وتي. پوءِ اها به ڳالهه آهي ته ڏنڊي سان پيار سان يا ڪنهن ناهه سان. هاڻي اهوسور ايترو وڏي ويو اٿس جو پاڻ پوتار اهڙو بيمار ٿي پيو آهي، جو ان سور سبب ڇرڪ ٿو پري ۽ چون ٿا ته ان بيماريءَ جو علاج لنڊن ۾ آهي، جتي پڇي نه سگهجي اتي پڇڻ ڪم وريام جو. خير سائين اهي آهن ست رنگيون ڳالهيون سياستدانن جون. پر اسان جا

سنڌي آفيسر به ان ڳالهه ۾ ڪنهن کان پوئتي نه آهن، جيڪڏهن سنڌي آفيسر جو گريڊ ڪجهه گهٽ ته پوءِ پڪو قومپرست، پر جيئن ئي سندس گريڊ ۾ ترقي ٿي تيئن سندس قوم پرستي ۾ به بي انتها ترقي. چو ته پوءِ ويندو پنهنجن سنڌي ملازمن مٿان قهر ڪندو ۽ غيرن سان وڙ ڪندو تان جو پنهنجن سان لاڳاپا ٽوڙيندو ۽ غيرن سان ناتا جوڙيندو. سو سائين منهنجا سنڌي جيئن وڏو آفيسر تيئن ڪنڊ زيل ۱۹، ۲۰، ۲۱ گريڊ جو ڏک کي ٿورا ماڻهو ٿا جهلن. نه ته اهڙا سنڌي آفيسر گريڊ مطابق زمين کان مٿي پيا ڪپڙا ڇنڊيندي اڏرندا. وري جيڪڏهن پلجي ڪنهن سنڌي فنڪشن ۾ ويندا ته قوميت جون ڳالهيون ٻڌائي وه واه ڪرائي تاڙيون پيا وڄرائيندا ۽ سنڌي گيتن تي پيا ڪنڌ لوڏيندا ۽ جهومندا. انهن آفيسرن جي اها حالت ڏسي جڏهن سنڌي بيرروزگار سندن آفيس پيڙو ٿيندا ته اتي انهن جو دٻدٻو ۽ ورتاءُ اهڙو آهي جو الله معاف ڪري ۽ سدائين صاحب ميٽنگ ۾ آهي. پر سائين منهنجا دڙو داد کي ڪير ڇٽي. هزار دفعا سمجهايو اٿمانس ته دادا ائين نه آهي جيئن تون ٿو چوين پر هو مڙي ئي ڪونه ٿو پنهنجي ڳالهه تي اٽل آهي.

سائين منهنجا چوي ٿو ته جڏهن ڪنهن قوم يا خطي تي قبضو ڄمائڻو هوندوآهي ته سڀ کان پهريائين ان قوم مان ئي اهڙي قسم جا سياستدان، آفيسر ۽ قوم پرستي جي روپ ۾ دهشتگرد ۽ ڏاڙيل پيدا ڪرڻ سان گڏ فوجي ڇانوڻيون ناهيون ويندڀون آهن ته جيئن ان قوم جي وسيلن تي آساني سان قبضو ڄمائي ڪري پنهنجو مقصد حاصل ڪري سگهجي. جهڙي طرح جرمني اناج خاطر پولينڊ ۽ هنگري تي قبضو ڪري ورتو ۽ ملائيه مان سنگاپور به اهڙي نموني ناهيو ويو ۽ هاڻي سنڌ ۾ ساڳئي صورتحال پيدا ڪئي ويئي آهي.

مان چوان ٿو ته دادا نه ائين ناهي. اهي سڀ سنڌ جون حالتون

سڌارڻ لاءِ ڪيو پيو وڃي پر دڙو دادا پنهنجي ڳالهه تي قائم آهي ۽ چوي ٿو تہ ڇا غيرملڪين کي اغوا ڪرائڻ سنڌ جي مفاد ۾ آهي ڇا اها بہ سنڌ سان محبت آهي. ائين ڪرائڻ سان ڪو بہ ملڪ سنڌ ۾ صنعتون قائم ڪري سيڙپ ڪندو؟ نہ هرگز نہ، اهو سڀ ٺڳيءَ جو ناهہ آهي.

سائين منهنجا دڙو دادا جي ڳالهين تي يقين نہ ڪجو بس اهو صرف گريڊ جو گرد غبار آهي جيڪو سنڌي آفيسر مٿي چڙهي ٿو وڃي پوءِ جڏهن اهڙا ماڻهو نوڪرين مان لهن ٿا يا رٽائرڊ ٿين ٿا تہ پوءِ هو هڪ ڪوٺي سگهي جيان آهن پر پوءِ پاڻ کي ڪري ڪرڻ لاءِ نمازن تي پيڙو ڏيندا. تبليغي جماعت ۾ شامل ٿيندا يا وري ڪا سماجي تنظيم ٺاهيندا يا ڪنهن سماجي تنظيم ۾ شامل ٿي پنهنجي عاقبت بچائڻ جي ڪوشش ڪندا.

سائين منهنجا ايئن بہ ناهي تہ صرف آفيسر ئي اهڙا آهن، پر ان لڏي ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ اديب ۽ شاعر بہ اچيو وڃن ٿا جيڪي پنهنجي ادب تخليق يا شاعري ۾ صرف جهانگين سانگين جي سورن ۾ ستيا پيا آهن، پر جڏهن تہ سندن عمل ۾ ائين ناهن.

سو سائين منهنجا ڪٿي دڙو دادا جوڇوڻ برابر بہ هجي تہ بہ آخر ڪيستائين هي ٺڳيءَ جو ناهہ هلندو.

روزانہ پڪار

3 نومبر 1991ع

# آخر ڪيستائين

سو سائين منهنجي ڪي چوان، اسلامي ۽ مهذب قومن جي تاريخ ٻڌائي ٿي تہ جڏهن بہ عوام کي انصاف حاصل ڪرڻ لاءِ سندن راهہ ۾ رڪاوٽون پيدا ڪيون ويون تہ اهي قوتون ۽ معاشرو تباهہ و برباد ٿي ويو. مستقل ناانصافي اعليٰ ترين نظرياتي ڍانچي جي بنيادن کي بہ کوکلو ڪري ٿي ڇڏي.

سو سائين منهنجا، معاشرتي زندگي سکي گذارڻ لاءِ کهڙي بہ مذهبي حاڪم جي حڪومت تہ برداشت ڪري سگهجي ٿي پر ڪنهن بہ معاشري ۾ ظالم حاڪم کي برداشت نہ ٿو ڪري سگهجي.

سو سائين منهنجا اسان جي ملڪ ۾ آئين جي بالادستي تہ اصولي طرح سان قائم آهي ۽ پڻ روايتي عدالتي نظام ۾ چار هاءِ ڪورٽون ۽ سپريم ڪورٽ بہ آهي، جيڪا خير سان ڪم بہ پئي ڪري، پر سائين ان کان علاوه بہ ڪيترن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ٻيون بہ ڪورٽون آهن، جيئن ليبر ڪورٽ، سروس ٽربيونل، صحافين جي حقن جي ادائيگي لاءِ ٽربيونل وغيره جي پر جي ڏنو وڃي تہ دهشتگردي کي ٻنجي ڏيڻ واسطي بہ ڪورٽون قائم ڪيون ويون آهن ۽ ان جي مٿان هڪ سپريم ڪورٽ اپليٽ ڪورٽ بہ قائم ڪئي ويئي آهي.

سائين منهنجا ايئن ڪٿي چئجي تہ هردور ۾ صاحب اقتدار اهوئي چوندو رهيو آهي تہ ملڪ جي عوام کي انصاف مهيا ڪرڻ سندس حڪومت جو نصب العين آهي. الحمدالله اسان جو ملڪ اسلامي جمهوري پاڪستان آهي ۽ اسلامی نظام ۾ تہ ڪنهن سان بہ ناانصافي ٿي نہ ٿي

سگھي. اھوئي سبب آھي جوآئيني ترميمن جي ڪري شرعي عدالتون بہ وجود ۾ آيون آھن ۽ ان سلسلي ۾ موجوده حڪومت بہ ھڪ شريعت ايڪٽ نافذ ڪيو آھي تہ جيئن عام شھري کي سستو ۽ سولو انصاف ملي. پر اھا بہ ڳالھہ آھي تہ عام شھري کي انصاف ملڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آھي ڇو تہ ڪيس جائز حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف ادارن ۽ ڪورٽن جا چڪر لڳائيدي پاڻ بہ چڪرائجي ٿو وڃي پر پوءِ بہ ڪيس انصاف ڪونہ ٿو ملي. پر جيستائين ڪمن جو سوال آھي پوءِ ڪٿي جائز ھجن يا ناجائز. ٿين ٿا پوءِ ڪٿي عام شھري نہ ھجي خاص شھري ھجي. خاص شھري بہ اھي آھن جن جي پٽ مضبوط آھي ۽ پٽ بہ ان جي مضبوط ھوندي آھي جنھن جي مٽ مضبوط ھوندي آھي ۽ جڏھن وري خير سان جي مٽ، پٽ، مضبوط ھوندي آھي تہ پوءِ وري پر پٽ پيدا ٿيو پوي ۽ پوءِ اھڙن ماڻھن لاءِ سڀ سٺائي! ڇونہ انھن مٿان قتل، اغوا ۽ دھشتگردي وغيره جا ڪيس لڳل ھجن، ڇو تہ اھڙي خاص شھريءَ جو تہ وارر بہ ونگو نہ ٿو ٿئي.

سائين منھنجا آئين ۽ قانون جو بنيادي مقصد ئي اھو ھوندو آھي تہ عوام کي جائز حق ملن. گذريل ڪيترن سالن کان اھو ڏنو ويو آھي تہ حاڪمن ڪان وڏيڪ عدالتون ۽ مختلف قانون ناھيا ٿا وڃن شايد انھيءَ لاءِ تہ حاڪم کي موجوده عدالتن ۽ قانون تي ڀروسو ناھي، يا ڪٿي ائين ڇئجي تہ سندن دلي اطمينان ناھي جنھن ڪري ھر وقت نوان نوان قانون ٺاھين پيا.

سائين منھنجي کي ڇوان افسوس آھي تہ صرف ان ڳالھہ جو تہ آئيني ترميمن جي ڪري شرعي عدالتون بہ وجود ۾ اچي ويون آھن، اسين اسلامي نظام جي نفاذ جي زباني وعدن جي باوجود بہ عام شھري کي تہ انصاف نہ ڏيئي سگھيا آھيون، پر عدالتن جي ججن کي بہ ڪو تحفظ ڪونہ ڏنو آھي. ڏينھن ڏني ڪورٽن جي ٻاھران تہ قتل وغيره

ٿيو وڃن، پر ڪورٽن اندر ڪيس جي ڪارروائي هلندي ماٺهو قتل ٿيو وڃن ۽ پڻ جج ويچارا ٽيبلن هيٺيان لڪي ڪري جان بچائين. اهڙي صورتحال ڪانسواءِ به مرحوم الله بچايو ميمڻ جج وانگر، ڪيترائي جج بي درديءَ سان قتل ڪيا وڃن ٿا.

افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته ايترن سارين ڪورٽن، ٽربيونلس ۽ پڻ شرعي عدالتن هوندي به عام شهري کي انصاف نه ملي ته وڃجي ڪيڏانهن؟!

هاڻي ته وري مرڪزي سرڪار صوبن ۾ پريس ڪورٽون کولڻ لاءِ سوچي رهي آهي.

اهي ڪورٽ سڳوريون وري صحافين جي مٿان ڪيس هلائيندي يون. الله خير ڪري، حق ته ڪين جيڪي مليا سي مليا. ڏينهن ڏٺي صحافين جو قتل، اغوا ۽ پڻ تشدد پنهنجي جاءِ تي.

پر سائين هاڻي الله خير ڪري ڪٿي، اديب، دانشور ۽ شاعرن واسطي به ڪورٽ نه ٿهي.

سو سائين منهنجا بقول دڙو دادا جي آخر ڪيستائين ايئن ٿيندو؟

روزانه پڪار
7 ڊسمبر 1991ع

# زهر

سو سائين منهنجي ڪي چوان، هونئن ته زهر ڪيترن ئي جڙين ٻوٽين مان حاصل ڪيو ويندو آهي، پر سائين ان کانسواءِ حيوانن ۽ جاندارن ۾ به زهر ٿئي ٿو. نانگ ڪي ڏسو، نانگ پنهنجو زهر وات ۾ رکندو آهي ته وري وڇون پنهنجي زهر پڇ ۾ رکندو آهي. ڏينيوءَ ڪي ڏسو هي وري پنهنجي ڏنگ ۾ زهر رکندو آهي، پر جي سائين چتي ڪتي ڪي ڏٺو وڃي ته هي وري پنهنجو زهر زبان ۾ رکندو آهي، جيڪو سندس ڳگ، جي صورت ۾ هوندي آهي.

سو سائين منهنجا نانگ هجي يا وڇون، ڏينيو هجي يا ڪتو وغيره زهر ته آهي پوءِ ڪٿي ڪنهن جي زبان ۾ هجي يا ڪنهن جي پڇ ۾ هجي يا وري ڪنهن جي منهن ۾ هجي يا ڪنهن جي ڏنگ ۾ پر سائين زهر آهي ضرور. اگر ٿورو ويچار ڪيو وڃي ته انسان ئي اهو واحد جاندار آهي جيڪو پنهنجو زهر دل جي اندر رکي ٿو. هونئن ته انسان جو سارو جسم زهر آهي، پر لوڻ کائڻ جي ڪري سندس اهو زهر جو اثر ختم ٿيو پويس، پر تنهن هوندي به هو زهر رکي ٿو سو به دل جي اندر. سائين منهنجا ڪاوڙ جي ڳالهه نه آهي معاف ڪجو. مان چوان ته برابر سؤ سيڪڙو ٺيڪ. پر توهان الائي ڇو اعتبار ئي نه ٿا ڪريو. ڪينو ساڙ، بغض ۽ نفرت ڪدورت زهر نه آهي ته پيو ڇا آهي؟

دلبر سائين اهوئي ته زهر هئو جنهن فرشتي ڪي شيطان بڻايو. سو سائين منهنجا ڏٺو وڃي ته هن وقت به پوري دنيا انهي نفرت واري زهر جي ور چڙهي ويو آهي ۽ اها انساني زهر ڏينهون ڏينهن وڌي ٿو وڌندي

جنهن سبب قتل ڌاڙا، اغوا ۽ دهشتگردي وغيره وجي تي ترقي ڪندي. ان زهر به ايتري ترقي ڪئي جو حضرت عزرائيل به ويهاڻي جي ٽيڪ تي آرام ٿو فرمائي چاڪاڻ ته زهر مختلف روپ ڌاري ڪم پيو ڪري. سائين منهنجا اهوبه ته زهر جو اثر هيو، جنهن آگسٽ ٩٠ع ۾ هڪ منتخب حڪومت کي ڪيرائي اونڌو ڪيو ۽ نه پڻ ايترو پر وري اليڪشن دوران جيڪي ڪجهه ڪيو ويو سو به پنهنجو مثال پاڻ هو. چاڪاڻ ته ان وقت پي پي خلاف ٻن خطن جي بهاني عوامي ذهنن ۾ زهر ڀريو ويو. اسٽيفن سولارز ۽ مسٽر گالبرائٽ جي حوالي سان گڏ پڻ آمريڪا ۽ سندن سياستدانن کي اپيل ڪئي وئي هئي ته آمريڪا هندوستان کي پاڪستان تي حملي ڪرڻ لاءِ آماده ڪري.

سو سائين منهنجا آخرڪار انساني زهر پنهنجو اثر ڏيکاريو ۽ اڄ به خير سان اقتدار جي ڪرسي جا مزا ماڻي رهيو آهي، پر سائين منهنجا ٿوري ئي عرصي ۾ ان حڪومتي پارٽي مان اهي ماڻهو نڪرڻ لڳا، جيڪي نفرت جو زهر پيدا ڪرڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا ۽ انهن مان هڪ جناب نويد ملڪ صاحب به آهي جيڪو ميان نوازشريف جو خاص مشير ۽ سڄو هٿ رهيو آهي، سو هن صاحب پنهنجي عهدي تان استعيفيٰ ڏيندي چيو ته مون کي پنهنجو ضمير ملامت ڪري ٿو جنهن سبب مون کي سڪون قلب ناهي، ان ڪري مان چاهيان ٿو ته تمام ڳالهيون عوام کي ٻڌائي پنهنجو سڪون قلب حاصل ڪريان.

سو سائين نويد ملڪ پريس ٻڌرائي ۾چيو ته ١٩٩٠ع جي اليڪشن دوران سابق وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو سان منسوب ڪيل خطن کي جيڪا شهرت ڏني ويئي سي دراصل ڪوڙا خط هئا انهن جو

بينظير سان ڪوبہ واسطو نہ هو. ڇو تہ انهن خطن ۾ جيڪا صحيح هئي سان جعلي هئي. محترمہ بينظير ڀٽو نوازشريف ڏانهن خيرسگالي طور تي ۽ پاڻ سمجهندي عيد ڪارڊ موڪليا هئا پر انهن عيد ڪارڊن مان سندس صحيح ڪي نقل ڪري هترادو خطن ۾ استعمال ڪيو ويو. هاڻي مان اهو سمورو بيان تاريخ کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ ڏيان ٿو.

سو سائين منهنجا حڪومت ڏڙي جو سينيٽر فصيح اقبال بہ حڪومت تي تنقيد ڪندي پول پڌرا ڪندي چوي ٿو تہ اسان سمجهوسين تہ پرائيويٽائيزيشن جو منصوبو صرف بيمار صنعتن تائين محدود رهندو، پر هاڻي اهو عمل نيشنل بئنڪ جهڙين بئنڪن تائين ڦهلجي چڪو آهي.

دلبر سائين انهن کانسواءِ ميان زاهد سرفراز ۽ اقبال احمد خان بہ حڪومت جي پاليسين سان اختلاف رکندڙ نظر اچن ٿا. پر جڏهن پي ڊي اي اليڪشن ۾ تيل ڏانڌلين جي ثبوتن سان گڏ ٻين ڪيترن ئي بدعنوانين جا ثبوت ڪٺا ڪري ڪتابي صورت ۾ دنيا جي آڏو نروار ڪيا ويا آهن تہ تڏهن بہ ڪدورت رکندي حڪومت ڏر چوي ٿي تہ اهو سڀ ڪوڙ آهي.

سائين منهنجا اگر اهوسڀ ڪوڙ آهي تہ پوءِ نويد ملڪ وارو ٢١ آڪٽوبر وارو بيان تہ بلڪل سچو ثبوت آهي، جنهن ۾ موصوف چوي ٿو تہ جڏهن انهن خطن جي باري ۾محترمہ بينظير ڀٽو ترديد ڪئي تہ مان حيران ٿي ويس ۽ پوءِ مون نوازشريف کان پڇيو تہ هي خط ڪوڙا آهن يا سچا؟ تنهن تي نوازشريف جواب ڏنو تہ خط ڪوڙا هجن يا سچا ان ڳالهہ کي ڇڏ. سنڌين جي اڪثريت واري راءِ کي ڏنگڻ کان پوءِ بس اسان جو تہ ڪم ٿي ويو آهي.

سو سائين اهو هيو انساني دل وارو زهر جنهن ملڪ جي عوام کي هڪ نئين پائيتال ۾ وجهي ڇڏيو. ان ئي نفرت واري زهر انسان ذات کي تباهي جي ڪناري تي پهچايو آهي ۽ پوري دنيا هن وقت به انهي زهر جي ڪري ئي ڦٿڪي رهي آهي.

الله خير ڪري آمين.

روزانه پڪار

**27 ڊسمبر 1991ع**

# بازيگر

سو سائين منهنجي ڪي چوان، ڪرتب بازي به هڪ عجيب ڪيل آهي جنهن ۾ بازيگر پنهنجي مرضيءَ سان ڪيترن ئي بالن کي هٿن ۾ خاص انداز سان ڦيرائيندو ۽ گهمائيندو آهي، پر جي ڏنو وڃي ته فلمي ستارا به ڪنهنڪان گهٽ ڪين آهن هوبه پنهنجي فن ۾ ماهر آهن، ڪهڙا نه روپ ڌارين ٿا، وري جي ڪو سڀ روپ ڌاري ٿو ته ان کي وري ڪريٽر ايڪٽر چيو ٿو وڃي، سوليءَ سنڌي ۾ هر فن مولا پر جيڪڏهن پنهنجي ملڪي سياست کي ڏسجي ته پاڻ کي به ڪيترائي هر فن مولا سياستدان ملندا، جيڪي نانگ وانگر کل بدلائيندا رهن ٿا ۽ جڏهن ته نانگ سال ۾ هڪ کل بدلائيندو آهي، پر هي دلبر سياستدان سال ۾ الائي ڪيتريون کلون لاهين ۽ چاڙهين وري جيڪي آزاد آهن سي ته جيڏانهن ڏس ڏيري، تيڏانهن ڏين ڦيري باقي سڀ جو پلو، سڀ جو خير.

سو سائين منهنجا ڏسجي ته ڏڇي ۾ اهي آهن جيڪي ڪنهن نه ڪنهن پارٽيءَ سان تعلق رکن ٿا، پر انهن مان به ڪي ڊگهي نظر رکندڙ آهن ۽ وقت جي رخ سان بازيگر وانگر پلٽو کائي ويندا آهن جنهن سبب هو آئينده لاءِ پنهنجي رهائي رسائي برقرار رکيون ايندا آهن، پر ائين ڪرڻ سان قوم کي يا پارٽيءَ کي ڏک رسي ته گهبرائڻ جي ڳالهه ناهي هنن جي صحت تي ڪوبه اثر نه پوندو، ڇو ته اگر هو هڪ هنڌ ڪنهن سان لاڳاپيل هوندا ته انهن جي رهائي رسائي کي ڏک ضرور رسندو.

اهوئي سبب آهي جو مرحوم چوڌري خليق الزمان جيڪو يو پي

اسيمبليءَ ۾ پارليمينٽري بورڊ جو ليڊر به هو تہ تحريڪ پاڪستان ۾ مسلم ليگ جي باني مان هڪ هو پر تنهن هوندي به رهائي رسائي ڪانگريس ۾ به رکندو آيو ۽ جيئن ئي ضلع بهرائچ جي ناڪر اصغر علي خان جي وفات ڪري جيڪا مسلم ليگ جي جاءِ خالي ٿي اتي بجاءِ مسلم ليگي اميدوار بيهارڻ جي هن رفيق احمد قدوائي سان دوستي نڀائي ڪانگريس سان تعلق برقرار رکيا. (يعني اها سيٽ بلامقابلہ ڪانگريس کٽي) وري پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جڏهن دهليءَ ۾ مسلمانن جو قتل عام ٿيو تہ انهيءَ سلسلي ۾ هڪ وفد سر ظفرالله خان جي قيادت ۾ آمريڪا ويو، تڏهن بہ مرحوم چوڌري صاحب حڪومت هند جي پاسداري ڪندي نهرو ۽ گانڌيءَ سان نڀائيندي ان وفد جي خلاف بيان ڏنو.

ائين ڪرڻ سان قوم کي ڪيترو نقصان صدمو رسيو تنهن جوهن ني ڪوابہ اثر ڪونہ ٿيو ڇو تہ سائين ياري باشي بہ تہ ڪائي شيءِ آهي نہ!

سائين منهنجا ڪنهن کي دم تہ ڪنهن کي دلاسو تہ ڏيڻو ئي آهي، اهوئي تہ سياسي اصول آهي، هاڻي بہ صورتحال ساڳئي لڳي پئي آهي جو ڪيترائي حزب اقتدار جا ميمبر اسيمبليءَ اندر تہ هر روپ اختيار ڪري ۽ حزب اختلاف جي محفلن ۾ ويهي ڪري اهڙيون راز واريون ڳالهيون ٻڌريون پٽ ٿا ڪن جو پيا همراهہ دل پرخوش تہ حڪومت ڇاڻ آئي. سو سائين اهڙا ميمبر بہ انهن بازيگرن وانگر آهن جيڪي هڪ ئي وقت ۾ ڪيترن گولن کي گهمائن ٿا پر جي ڏنو وڃي تہ ڪيترا حزب اختلاف جا ميمبر بہ حزب اقتدار سان اهائي رسائي رکيون ٿا اڇن. مطلب تہ سياستدان هر طرف کان مزا وٺي رهيو آهي.

ڏنو وڃي تہ وچ ۾ اڳئين حڪومت کي ڊاهڻ ۾ جيڪي پيش پيش هئا سي وري بہ هاڻي حزب اختلاف جي صورت ۾ اڳئين ڏر سان

ڪنا ٿيا آهن، جڏهن تہ پارٽيءَ جي سنڌ جو مهندار قائم علي شاهہ بہ
الطاف جي قتل واري سازش جي مذمتي بيانن جي ذمہ واري ڏني آهي.
سمجهہ ۾ نٿو اچي.

ها سائين سمجهہ ۾ آيو. اهو پلٽو ان لاءِ آهي تہ ڪٿي وري الله
ميان جي ڳئون ڏڪ ۾ نہ پوي.

پر سائين ٿورو ترسو ڪلهہ جو يار بہ ڦري ويو آهي ڇو تہ
نفيس صديقيءَ بہ قلابازي ڪائي ورتي آهي جنهن سبب رهائي رسائي
واري بازار ۾ ڪجهہ گرما گرمي پيدا ٿي پيئي آهي.

سو سائين اهڙن روپن، لاڙن ۽ قلابازين کي توهين کهڙو نالو
ڏيندءِ ڪرتب بازي يا رهائي رسائي ها اگر بازيگر چئجي
تہ بہ غلط نہ ٿيندو.

روزانہ پڪار
3 جنوري 1992ع

# نرالا رنگ

سو سائين منهنجي ڪي چوان، الحمدالله پاڻ وٽ خير سان جمهوري حڪومت آهي جيڪا خير سان جمهوري طريقي سان آئي آهي. چاڪاڻ ته هن عوام جي ڏکن سورن جون وڏيڪ ڳالهيون ڪري همدردي حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ پڻ اڳئين حڪومت کي نااهل ۽ پاڻ کي اهل ثابت ڪري خير سان اقتدار جي ڪرسي ماڻي آهي.

پر سائين منهنجا تيرهن مهينن ۾ وري جڏهن حڪومتي ڌر جي ميمبرن يا وزيرن جا بيان پڙهجن ٿا ته پوءِ معاملو ٻيو ته قصو وري ٽيون ٿو لڳي. سائين سيني ڳالهين کي ڇڏي، اگر حڪومت ڌر جي انهن دعوائن ۽ واعدن جي سچائي يا صداقت کي پرکيو وڃي ته به ڳالهه پڌري پٽ آهي جنهن جو اندازو حڪمران پارٽيءَ جي حڪمرانن ۽ خاص يار، نگران وزيراعظم جناب غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جو بيان آهي جيڪو خاص اهميت رکي ٿو. سائين منهنجا لڳي ائين ٿو ته جتوئي صاحب غلطيءَ ۾ ڪجهه سچ چئي وينو آهي، سو سائين منهنجا جتوئي صاحب چيو آهي ته اسين ٻارنهن مهينن ۾عوام کي روزگار ۽ سکون فراهم ڪرڻ جو واعدو ڪيو هو پر اسين ائين ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهيون. اڄ هر شيءِ جي قيمت آسمان سان ڳالهيون ٿي ڪري غريب کي هڪ وقت جي ماني ملڻ به مشڪل ٿي پئي آهي. جتوئي صاحب سائين کي ياد ڏياريندي چيو آهي ته اهڙي صورت ۾ هاڻي حڪمران ڪهڙي منهن سان عوام وٽ ووٽ گهرڻ ويندا. سو سائين جتوئي صاحب جي ان ڪري ڳالهه ڪرڻ ڪانپوءِ به حڪومت چوي ٿي ته ملڪ جي صورتحال

مضبوط ٿي رهي آهي ۽ ملڪ ترقي ڪندو پيو وڃي ته وري ٻئي طرف وفاقي وزير صنعت جو بيان آهي ته پاڪستان ۾ ٻارنهن لک سالانه بيروزگاري وڌي رهي آهي.

سو سائين منهنجا هاڻي توهين پاڻ ٻڌايو ته ڪهڙي ڳالهه تي اعتبار ڪجي!؟ جيڪو اوهان جو فيصلو سو منهنجي اکين تي، پر سائين هڪڙي ڳالهه ۾ ترقي برابر ٿي آهي ته ائين ترميم ۾ اٺ ڏينهن لڳي ويا هئا پر هاڻي چاليهن ڪلاڪن اندر آئين ۾ ٻارهين ترميم ڪري خصوصي عدالتون قائم ڪيون ويون ته جيئن اهي عدالتون تڪڙا فيصلا ڏين، ته جيئن ملڪ ۾ امن و امان قائم ڪري سگهجي. پر تنهن هوندي به قتل، اغوا، چوري ۽ دهشتگردي ڪانسواءِ چادر چار ديواريءَ جي تقدس کي پائمال ڪيو ويو آهي. مرد ته نهيو پر عورتن سان زيادتي ڪرڻ جي وارداتن ۾ ايتري گهٽائي ٿي آهي جو الله معاف ڪري. ان معاملي ۾وري وينا حيات جو معاملو سيني ڪان مثاهون آهي ته عدل و انصاف ۽ حاڪمن جي دعوائن تي هڪ ڪليل چماٽ! سو سائين منهنجي ڪي چوان هاڻي ته صورتحال هيءَ بيٺي آهي ته چونڊيل نمائندا، حاڪم، امير وزير ۽ انهن جا آل اولاد يا سندس مٺ مائٽ ملڪ جي قانون کان مٿاهان ٿا ڏسجن. جنهن ڪري انهن تان سٺ خون ته معاف، پر سڀ ڪجهه معاف آهي، جهنگل جا بادشاهه آهن وٺين ته پڇا ڏين يا آنا. ڇو ته انهن جو مان مرتبو ئي اهڙو آهي.

سو سائين اگر انهن مان ڪنهن کي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيو ٿو وڃي ته هڪدم راتون رات انهن جي آزادي جا شاهي احڪام نازل ٿي وڃن ٿا، نه ايترو پر انهي ساڳئي ڏوهه ۾ ساڳيو ايماندار آفيسر تنگجي ٿو وڃي. واهه ڙي جمهوريت تنهنجا نرالا رنگ. سو سائين منهنجي ڪي چوان، ايماندار يا نئون آفيسر ته گريڊ وڌڻ يا ايوارڊ حاصل ڪرڻ جي آسري ۾ نانگن جي ٻرن ۾ بهادريءَ سان هٿ وجهندو آهي، جڏهن ته

سمجهو آفيسر، انهن نمونن ڪان پليءِ پت واقف هوندا آهن، ڇو تہ سمجهن ٿا تہ حاڪمن جي ها ۾ ها ملائڻ سان ئي گريڊ ۽ ايوارڊ ملندا آهن باقي پٽ وارن کي ڪنهن سچي ڏوهہ ۾ پڪڙڻ سان تہ پنهنجي عاقبت ئي خراب ڪرڻ آهي ڇو تہ نرالي جمهوريت آهي جنهن ۾ چور ڌاڙيل، غندو، لوفر تہ برابر آزاد آهن پر ويچارو شريف ماڻهو ۽ امن پسند شهري اصل ۾ يرغمال بڻيل آهن.

سائين مان تہ نٿو چوان، پر سائين منهنجا اگر ڪوئي ائين چوي تہ جمهوريت ٽڪراءُ، تشدد. نفرت ۽ بدعنوانين جو نالو آهي تہ پوءِ هيءَ ڳالهہ هيئن ٿيندي تہ ڪوئي غيرمسلم، مسلمانن جا اهڙا اعمال ڏسي ڪري چوي تہ اگر توهان جو اسلام اهو آهي جنهن ۾ ڪوڙ، دوکو، فريب، اغوا ۽ مسلمان جو مسلمان کي قتل ڪرڻ آهي تہ پوءِ (نعوذ باالله) توهان جو دين هرگز سٺو ناهي، سائين منهنجا نتيجو اهو نڪتو تہ حاڪمن جي غلط ڪارين جي ڪري هر نظام ۾ خرابيون پيدا ٿين ٿيون، نہ تہ ڏٺو وڃي تہ امير المومنين حضرت عمر فاروق رضي الله عنه هڪ دفعي ڪجهہ ڪافي دير تائين روئندو رهيو، تنهن تي ڪنهن پڇيس تہ عمر رضہ، ايتري روئڻ جو سبب ڇا آهي؟

حضرت عمر رضي الله عنه جواب ڏنو تہ. هونئن تہ مان اڪيلو الله تعاليٰ جي حضور جوابده هوس مگر هاڻي تہ مونکان سموري رعيت جي باري ۾ پڇاڻو ٿيندو، اگر ڪٿي ڪوئي ڪتو بہ بکيو اُڃيو مري ويو تہ قيامت ڏينهن ان جو حساب بہ مونکي ڏيڻو پوندو.

سو سائين منهنجا اهڙين حالتن ۾ ڪير چوندو تہ معاشري ۾ عدل و انصاف آهي. تقرير جي آزادي آهي ملڪ ۾ جمهوري راڄ آهي.

روزانہ پڪار
10 جنوري 1992ع

# ڪرائي نہ مروڙ

سو سائين منهنجي ڪي چوان، اڄ ڪلهہ تعريفن جي بازار ۾ گرما گرمي ۽ تيزي اچي ويئي آهي، جنهن ڪري هر طرف کان وهہ واهہ لڳي پئي آهي. واهہ سائين واہ! حڪومت ملاوت ڪندڙن جي خلاف هڪ قانون پاس ڪري اهڙن ماڻهن کي سخت سزا ڏيڻ جو اعلان ڪيو آهي. سائين ڪم تہ برابر چڱو آهي شل چڱو ٿي هلي. چو تہ هن کان اڳ بہ اهڙن معاملن تي حڪومتن ڪوششون ڪيون آهن جنهن ۾ مارڪيٽ ڪميٽيءَ جو وجود ۽ پڻ دوڪاندارن وٽ شين جي ۽ سامان جي پڪي چيبل لسٽ جو نروار هجڻ ضروري ۽ مارڪيٽ ڪاميٽيءَ پاران مقرر ڪيل اگهہ کان گهٽ دڪاندار چاهي بہ نٿو وڪڻي سگهي. پر جي ڏٺو وڃي تہ هٿيار جمع ڪرائڻ واري معاملي ۾ سرڪار وٽ گهٽا هٿيار جمع ٿيا. اهڙو حڪم ڪنهن مڃيو ڪنهن نہ مڃيو تہ آخر نتيجو ڇا نڪتو؟

سو سائين منهنجا ڪنهن ڏوهہ کي ختم ڪرڻ لاءِ قانون پاس ٿو ڪجي تہ بجاءِ ڏوهہ گهٽجڻ جي اڃان بہ وڌيڪ ڏوهن ۾ اضافو ٿئي ٿو، سو دلبر اگر آئين ۾ ترميم ڪرڻ سان بهادري يا حڪومت جو اهل ثابت هجڻ آهي تہ پوءِ ان تي عمل ڪرڻ ۽ ڪرائڻ بہ سندس اهم ذميواري آهي جنهن ۾ وڏي نندي ۽ گنجي گري کي نہ ڏٺو وڃي پر ڏوهيءَ جي ڏوهہ کي ڏسجي باقي جيستائين ملاوت جو سوال آهي تہ سائين راتون رات دولتمند بنجڻ لاءِ پڻ گهٽي کان گهٽو نفعو ڪمائڻ واري

رجحان معاشري ۾جيڪي خرابيون پيدا ڪيون آهن سي تہ ڪنهن ڪان بہ ڳجهيون ڪين آهن، اها ئي وڏي لالچ آهي جنهن سبب ملاوت ڪئي ٿي وڃي.

سائين توهين پاڻ ٻڌايو تہ هاڻي خالص شيء ملي ڪٿي ٿي؟
هاڻي تہ انهن ملاوتن جي سبب ئي ماڻهن جي زندگي پڻ ملاوتي ٿي پئي آهي ڇو تہ روز مره جي استعمال ٿيندڙ هر شيء ملاوتي آهي. اڙي بابا سنڌ اندر سنڌي آبادگارن کي جيڪو ڀاڻ ڏنو ٿو وڃي سو بہ ڪيترن ئي سالن جوسڙيل پراڻو ڏنو ٿو وڃي جنهن جو انڪشاف تازو لاڙڪاڻي ضلعي جي ساسو وارن جي آفيس تي ڇاپي دوران ٿيو. واهہ ڙي وڏا ڀاءُ تنهنجا اندريان سنڌائتا ڏک! ڪنهن بہ ڌانهن نہ ٻڌي. چڱو ادا رک مولا تي، پر سائين منهنجا حڪومت جڏهن ١٦ ڊسمبر کان ملڪ جي چئجي صوبن ۾ خصوصي ٽاسڪ فورس قائم ڪري ملاوت خلاف مهم جو جيئن ئي اعلان ڪيو تہ سڀ کان پهريائين وڏي ڀاءُ نبري هنئي يعني پنجاب جي ننڍن وڏن واپارين هڙتالن جو سلسلو شروع ڪري مارڪيٽ مان روزمره جون شيون گم ڪيون جنهن مان ائين ٿو لڳي ڄڻ هو چوندا هجن تہ "ڇڏ منهنجي ڪرائي نہ مروڙ".

يعني اسان جي هٿ پڪڙ نہ ڪر او سهڻا!

ٻين لفظن ۾ تہ اسين ملاوت ڪندا رهنداسين ۽ ملاوت جون شيون وڪرو ڪري گهٽو ناٺو حاصل ڪندا رهنداسين، پوء سائين منهنجا واپارين جي ان راڳ کي سمجهندي حاڪم وقت جا حالتن جي نزاڪت کي سمجهي ورتو ۽ اهو حڪم ڪجهہ ڏينهن لاءِ ملتوي ڪيو ڇاڪاڻ تہ ان پڪڙ ڌڪر ۾ پنجاب جي بلديہ اليڪشن تي اثر ضرور پوي ها. تنهن ڪري ڍڪي ڇڏي. پر سائين منهنجا هونءَ بہ ڏنو وڃي تہ ننڍا دوڪاندار يا واپاري تہ پڪڙ ۾ اچي ٿا وڃن پر وڏن خوانخوار بگهڙن تي هٿ ئي نہ ٿو وڌو وڃي ڇو تہ حڪومت ان ڳالهہ کان ڀلي

پڻ واقف آهي تہ ان معاملي ۾ بہ ڀاڳي ڀائيوار سندس پنهنجا ئي آهن ۽ پڻ ڪيترا تہ اسيمبلين جي ايوانن ۾ جلوه افروز آهن.

سو سائين منهنجا سرڪار سڳوري اگر ملاوت جي خلاف مهم هلائي واقعي معاشري کي ملاوت جي زهر مان بچائڻ گهري ٿي تہ سڀ کان پهريائين انهن ملاوتن ڏانهن توجهہ ڏي جنهن سبب ملڪ جو عوام هڪ موتمار دلدل ۾ ڦاٿل آهي. منهنجي چوڻ جو مقصد آهي تہ سڀ کان پهريائين سياست ۾ دهشتگردي، اغوا ۽ زنا وغيره واري ملاوت ختم ڪري تہ ٻئي طرف تعليم کي نقل جي ملاوت کان پاڪ ڪجي تہ ٽئين طرف قومن جي حقن تي ڌاڙا هڻي ڀاڻ کي قوم پرست چورائڻ جي ملاوت کي قابو ۾ آڻجي تہ چوٿين طرف اليڪشن ۾ ڌانڌلين جي ملاوت کي بنجو ڏيئي ڇڏجي. مهذب ملڪن ۾ تہ ملاووت ڪرڻ واري کي موت جي سزا ڏني ٿي وڃي پر ڀاڻ وٽ اهڙي ماڻهوءَ کي سزا تہ نٿي ملي پر اجان اهڙي ماڻهوءَ جي رهائي رسائي ۾ اضافو ٿئي ٿو. سو ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ اهڙن ماڻهن کي عبرت ناڪ سزا ڏيڻ سان ئي معاشرو ملاوت کان پاڪ صاف ٿي سگهندو باقي جيستائين سياست ۾ ملاوت جو سوال آهي تہ اسلامي نظام کي اسلامي سوشلزم واري ملاوت، اسلامي قانون ۾ مارشل لا جي ملاوت ۽ پڻ نظريہ پاڪستان موجب صوبائي خود مختياريءَ ۾ وفاق جي ملاوت پنهنجو مٽ پاڻ آهي. صدر اسحاق بہ هارس ٽريڊنگ وارو قانون ان ڪري لڳايو تہ متان وري پي پي کنهن ملاوت سان سوڀ نہ ماڻي. باقي ڏنو وڃي تہ سندس منظور نظر پارٽي خود زبردست ملاوتن سان ٽمٽار آهي، باقي جيستائين دڙو دادا جو معاملو آهي تہ هو بہ چوي ٿو تہ اسان جو جسم پڻ ملاوتن جي شين کائڻ ڪري اهڙو تہ سخت پٿر ٿي پيو آهي جو ملاوت ڪانسواءِ ڪا شيءِ ئي نہ ٿي وڻي، جيستائين وري ڳالهائڻ جو سوال آهي تہ زبان کي بہ ملاوتي ڳالهائڻ ڪانسواءِ مزو نہ ٿو اچي يعني هر ڳالهہ ۾

ٿورو گهڻو ڪوڙ شامل هجي ٿو ته خالص سچ ته پاڻ کي بلڪل ڪونه وڻي. دنيا ۾ سڀ کان وڏو ڏوهي آهي ئي سچ! رهي ڳالهه ڪاڏي جي ملاوت جي، سو سائين بغير ملاوت واري شيءِ پاڻ کان هضم ٿئي ڪونه! اگر ڪڏهن پلجي يا سڪ مان ڳوٺ کان سچو گيهه گهرائجي ٿو ۽ جڏهن وري ٻارن کي کارائجي ٿو ته ٻار کائين ئي ڪونه، مورڳو چون ته اسان کي هن گيهه مان ڌپ ٿي اچي. واهه ڙي زمانا تنهنجي ترقيءَ جا ترڪتال سائين معاف ڪجو ڳالهه نڪتي هئي حاڪم جي تعريف ڪرڻ پاڻ به ان قدم جي ڀرپور تعريف ڪريون ٿا اگر ان معاملي ۾ حڪومت مخلص آهي ته پوءِ ملاوت ڪندڙن خلاف ضرور قدم کڻي، اسين به ان ۾ سندس حمايتي آهيون پر ڪٿي ائين نه ٿي ته خود انصاف ۾ ڪنهن ڏپاءُ، چٽي چپاٽي يا سفارش جي ملاوت ڪرڻي پوي.

روزانه پڪار
17 جنوري 1992ع

# لوڀ ۽ لالچ

سو سائين منهنجي ڪي چوان، اڄوڪي هن نفسا نفسيءَ واري دور ۾ حرص ۽ هوس به پوريءَ چمڪ ڏمڪ سان ماڻهن جي هرڪائڻ ۾ مشغول آهي ته اتي وري لوڀ ۽ لالچ جا جلوا به خوب آهن، چو ته ماڻهو لوڀ ۾ اچي ڪري اهو ڪجهه ڪري ٿو وجهي جيڪو ان کي ڪرڻ نه گهرجي، پر تنهن هوندي به سڀ ڪجهه سمجهندي ماڻهو لوڀائتي زندگيءَ جا مزا ماڻڻ لاءِ ڪوشان آهي ۽ ائين ئي لوڀ واري زندگي هڪ ڏينهن ڪيس تباهيءَ تي پهچائي ٿي ڇڏيس هونءَ ته لالچ جا گهڻا قسم ۽ روپ آهن پر شال نه ڪنهن کي ڪرسي واري لالچ پوي، پر جي ڪرسي به هجي اقتدار واري ته پوءِ بس سائين منهنجا سڀ ڪجهه جائز ٿو ته ان اقتدار جي ڪرسيءَ واري لالچ ۾ ماڻهو پنهنجي قوم کي ڏاءَ تي لڳائي ۽ اها لالچ ڪيس اونداهي جي واٽ وٺي وڃي ته ان ۾ ڪوبه حرج ناهي.

سو سائين منهنجا جيستائين لوڀ جي ڳالهه آهي ته گذريل سالن ۾ اوهان پاڻ ڏٺو ته سرمائيڪار ڪمپنين ڪيئن ماڻهن کي لوڀائتي زندگيءَ جا مزا ماڻائيندي ڪين آخر موت جي ڪنڌيءَ پهچايو. تڏهن ته چيو اٿن، ”جتي لوڀي هجن اتي ٺوڳي بک نه مرن“ . سو سائين وري جي لالچ کي ڏسجي ته پنهنجي سياستدانن اقتدار جي لالچ ۾ اچي ڪري قوم کي ان حالت تي پهچايو جو اڪيون رت جا ڳوڙها ٿيون هارين! پر اهڙين بي رحم حالتن ۾ ماڻهو جڏهن حيران پريشان ٿيندو آهي ته پوءِ اتي ڪي انسان، سماج سڌارڪ تنظيمون ناهي ڪري معاشري جي فلاح و

ڀهبود لاءِ ڪم ڪرڻ ۾ جنبي ويندا آهن پر ان ۾ به هڪ ڳالهه ضرور آهي ته ڪي ماڻهو فلاحي تنظيم جي بهاني پاڻ چمڪائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته جيئن نالو ۽ واقفيت وڌي پر ڪي واقعي ئي غريب ۽ بي پهچ ماڻهن جي پرگهور لهڻ پنهنجو اولين فرض سمجهندا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ ڪيتريون ئي تنظيمون ۽ ٽرسٽون آهن. جيڪي ڪم ڪن پيون تن مان ڪجهه تنظيمن جا نالا قابل ذڪر آهن هلال احمر، شاز ٽرسٽ انصار برني فاطميد فائونڊيشن. ڏٺو وڃي ته فائونڊيشن ڪي مرحوم ضياءَ کان وٺي سرڪاري ۽ لکي ٽڪيٽين ذريعي خوب مدد ملي ٿي پر هن سنڌي غريب مريضن جي مدد ڪرڻ ۾ ڪيٻايو آهي.

جيستائين سنڌ جي ڳوٺن جي ڳالهه آهي ته اتي وري ڳوٺ سڌار سنگت به پنهنجو نالو خوب چمڪايو آهي. پر اها ٻي ڳالهه آهي ته مال جي ورهاست ۾ سنگت جي پاڻ ۾ چنڊا پٽ رهي آهي. عورتن جي هنر ۽ سکيا جي ڳالهه آهي ته ان ڏس ۾ سڪ پريت تنظيم خوب نالو ڪڍيو آهي. باقي جيستائين ايڌي ويلفيئر ٽرسٽ جي ڳالهه آهي سو ان جون خدمتون ته ڪنهن کان به ڳجهيون ڪين آهن. ڇاڪاڻ ته جتي هن ٽرسٽ انسانيت جي خدمت ڪرڻ ۾ پاڻ نيايو آهي ته اتي وري انسانيت جي بيگناهه خون ڪوس ۾ برابر جي شريڪ آهي، ڇو ته سنڌ اندر دهشتگردن کي اسلحو پهچائڻ ۾ هن ٽرسٽ جي ايمبولينس جو ڀرپور تعاون رهيو آهي جي اجا به ڏٺو وڃي ته ڪراچيءَ کان ٻاهران رات جي وقت ڪڏهن به غريب سنڌيءَ کي ايمبولينس جي سهولت ميسر نه آهي. پر انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جون خدمتون ساراهه جوڳيون آهن. هن تنظيم ۾ بي لوث، محنتي ۽ مخلص ڪارڪنن جي کوٽ رهي آهي پر تنهن هوندي به هن جون خدمتون پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

پر سائين منهنجا هيءَ وري الائي ڪهڙي تنظيم آهي جيڪا ” بابا ويلفيئر ميلي“ جي صورت ۾ ڪراچيءَ شهر جي مختلف هنڌن تي ميلي جي بهاني آرمي ڪنٽرول ۾ تنبولا (جوئا) پئي هلائي. ڪوئي چوڻ وارو ئي ناهي ان ئي تنظيم جي بهاني شاهين ميلو گودين سئنيما جي پرسان ايڪسائيز آفيس جي دامن ۾ ته مڪي مسجد ۽ پوليس هيڊڪوارٽر جي پرسان رمپا پلازا جي پوئتان ته بندر روڊ جي ڪنڊيءَ تي ڪافي ڏينهن کان پيو هلي جنهن ۾ سانجهيءَ جي اذان سان گڏ ڪافي رات تائين بلبن جي روشنين ۾ تمبولا وڏي واڪ ڪيڏيو ٿو وڃي، سو سائين منهنجا اسلامي قانون نافذ ڪندڙ ۽ پڻ نظام مصطفيٰ جو نعرو هڻندڙ شايد اقتدار جي لالچ واري نشي ۾ مست آهن جو ان طرف ڌيان ڏني دينا داستي ڏيان ڏيڻ کان سواءِ اقليتن جي بهاني ٻه سئو شراب جي دڪانن جا ليسن جاري ٿا ڪرائين ۽ ساري ڏينهن جي وٽ ونان کان پوءِ اسان جا ئي مسلمان امير وزير ۽ رضاڪار ڪامورن جو انهن دڪانن ۽ مندرن مان شراب وٺڻ واري گهماگهمي ٻه ڏسڻ جي لائق آهي.نه وري ڪنهن اسلامي جماعت ان طرف ڌيان ٿي ڏي. جڏهن ته مڪي مسجد ۽ جامع مسجد جي وچ واري حصي ۾ تمبولا ڪيڏيو وڃي ٿو. واقعي ئي تعجب جي ڳالهه آهي يا وري قيامت جي نشاني!؟ جو هڪ طرف اذان ٿئي ته ٻئي طرف مسجد جي پرسان ئي تمبولا جوئا جي انگن جو آواز ٻڌجي.

روزانه پڪار

30 جنوري 1992ع

# او منهنجا پيارا ساٿي

مونکي اهو ڏينهن ياد ٿو اچي جڏهين مان امان سان گڏجي بوهري بازار ۾ خريداري ڪرڻ لاءِ نڪتي هئس. تڏهن مون توکي هڪ دڪان تي ڏٺو هو. تنهنجو حسن خوبصورتيءَ سان ڀرپور ٿو لڳي رهيو هو ۽ تون بلڪل خاموش بيٺو هئين. اتان ئي تون مونکي وڻين وڻين الائي ڪهڙو جادو هو تو ۾، جو بغير ڪنهن سوچڻ سمجهڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي تو سان دل لائي ويٺيس. گهر پهچڻ تائين به تنهنجو خيال ستائڻ لڳو، نه صرف ايترو پر هر وقت تنهنجي سهڻي ۽ من موهڻي تصوير منهنجي اکين اڳيان ڦرڻ لڳي ۽ پوءِ مون به پڪو پهه ڪيو ته ڪجهه به ٿئي پئي ڪهڙي به طرح سان ڪيئن به ڪري توکي ضرور حاصل ڪنديس. ڪيترا ڀيرا سوچيو ته گهر وارن سان حقيقت بيان ڪريان. ڀيو نه ته، گهٽ ۾ گهٽ امان کي ته تنهنجي باري ۾ پنهنجي پسند کان آگاهه ڪريان، پر وري الائي ڇو ڪجهه سوچيندي چپ ٿي ويندي هيس. پر مون کان چپ رهڻ نه ٿيو. آخر هڪ ڏينهن مان سڀني گهر وارن جي اڳيان تنهنجو ذڪر ڇيڙي وينس، سڀني کي ماٺ لڳي ويئي ۽ سڀني جون اکيون مون ڏانهن کڄي ويون ۽ مان خاموش ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺي هيس. سوچيم پئي ته هاڻي الائي ڇا ٿيندو؟ پر اتي ئي هڪ هٿ مٿي تي محسوس ٿيو. جڏهن مون مٿي نهاريو ته سليم جو هٿ هو جيڪو چوڻ لڳو ته ڀيڻ فڪر نه ڪر. ٻائر جيئندا ئي ڀينرن جي خوشين لاءِ آهن. مان حيران ٿي ويس ته ابي امڙ ۽ ڀين ڀائرن جي اڳيان هن ڪهڙي نه دليريءَ سان مون کي آٿت ڏنو. سچ پڇين ته ان وقت

منهنجي دل خوشيءَ مان اندر ۾ ٽپا ڏيئي رهي هئي. ڇو تہ پنهنجو خواب پورو ٿيندي ڏٺو. هونءَ بہ سليم منهنجي هر خواهش پوري ڪندو هو. پر جيئن تہ مان پنجن پٽن جي ڀيڻ هيس، تنهن ڪري سليم ڇڻ ڀين کي چئلينج ڪيو، تنهن هوندي بہ ڀين ڀائرن سليم کي شاباش ڏيندي چيو تہ آخر اسان تي بہ فرض آهي تہ ڀيڻ جي خوشين جوخيال رکون.

آخر هڪ ڏينهن منهنجي دل جي مراد پوري ٿيڻ جو وقت آيو ۽ ان ڏينهن ڇڻ ساري جهان جون خوشيون منهنجي اڱڻ ۾ بهار بڻجي آيون، جڏهن تون منهنجو ساٿي بڻجي منهنجي گهر آئين!

منهنجا پيارا، ياد هوندو تہ اوڙي پاڙي جون عورتون بہ توکي ڏسڻ لاءِ آيون هيون، هرهڪ تنهنجي تعريف پئي ڪئي.

گهر ۾ ويتر خوشي تڏهن ٿيڻ لڳي جڏهن تون مون سان ڪم ڪار ۾ هٿ بہ ونڊائڻ لڳين. مون کي تنهنجون پيار واريون سيٽيون ياد ٿيون پون جڏهن تون سيٽي وڄائي مون کي پاڻ وٽ گهرائڻ جي ڪوشس ڪندو هئين. ان وقت ائين محسوس ٿيندو هو، ڇڻ رانجهو بينسري جي سريلي آواز سان پنهنجي هير کي سڏيندو هجي، ۽ مان بہ ائين محسوس ڪندي سڀ ڪم ڇڏي تو وٽ ڊڪندي ايندي هيس. پير ۾ ڏک جو نشان بہ اجا تائين شاهد آهي. جڏهن تو ڪوئل واري ڪوڪ ڪري سڏيو هو ۽ مان تو وٽ ايندي پڌر ۾ ڪٽ سان آٽڙي ڪري پئي هئس پر مون هيٺ ڪرندي بہ سور جو احساس نہ ڪندي بہ تو وٽ پهچي ويئي هيس. پلا تون مون کي سڏين ۽ مان نہ اچان اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، مون تو سان پيار جو ڪيو هو.

پيارا هاڻي تنهنجي رسي وڃڻ ڪانپوءِ ڏاڍي پريشان آهيان ڪنهن ڪم ۾ دل ئي نٿي لڳي، ڪنهن بہ ڪاڏي ۾ مزو نٿو اچي.

اج توکي پنهمجي گهر واپس اچڻو هو ڇاڪاڻ تہ مون امان کي تو ڏانهن پرچائڻ لاءِ موڪليو هو. پر جڏهن امان کي گهر ۾ اندر

توکان بغير ايندي ڏنو تہ ان وقت منهنجي دل ٽٽڻ لڳي!

او منهنجا پيارا ساٿي! مان هاڻي وعدو ٿي ڪريان تہ جڏهن بہ تون سڏيندين مان سستي ڪانہ ڪنديس. ان ڏينهن تہ باٿ روم ۾ هيس، جنهن سبب ڏهہ منٽ ڪن دير ٿي ويئي ۽ جڏهين آيس تہ تو مون کان منهن ئي ڦيرائي ڇڏيو هو. پيارا اها بہ ڪا ڳالهہ آهي. تنهنجي رسڻ جو عجيب طريقو آهي.

دل لڳائي دوکو ڏيڻ کهڙو نہ پاپ آهي.

ساٿ ڏيئي وري ساٿ ڇڏڻ ڪٿان جو انصاف آهي؟

هٿ ٻڌي توبهہ ٿي ڪريان تہ آئنده هڪ منٽ لاءِ بہ توکي ڇڏي ڪين ونديس. بس هڪ دفعو تون مون وٽ واپس پرچي آءُ. او منهنجا پيارا ساٿي، پريشر ڪُڪر.........!!؟

روزانہ هلال پاڪستان

29 مئي 1994ع

# محرم ۽ معاشرو

مسلمانن جي اسلامي سال جي ٻارنهن مهينن مان چار مهينا حرمت ۽ برڪت وارا آهن جنهن ۾ رت وهائڻ يعني خون خرابو ڪرڻ جي سخت منع ٿيل آهي ۽ اهڙي طرح محرم الحرام وارو مهينو بہ انهن پاڪ مهينن مان ئي آهي. اسلامي سال جي آخري ذوالحج واري مهيني ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي خدا جي راهہ ۾ هڪ بي مثال قرباني تاريخ ۾ پنهنجو مقام رکي ٿي ۽ ان ئي مهيني ۾ اسين جانورن جي قرباني ڏيئي ڪري پنهنجي سچي مسلمان هئڻ جو ثبوت ڏيڻ سان ائين سمجهندا آهيون تہ سنت ابراهيمي تي عمل ڪري اسان الله تعاليٰ کي راضي ڪري ڇڏيو، پر قربانيءَ جو گوشت کائڻ کانپوءِ وري ساڳيا لاٿون ساڳيا چگهہ، مثل ٺڳيءَ جي ٺاهن واري زندگيءَ ۾ مست ٿيو وڃون ۽ دل ئي دل ۾ خوش بہ ٿيون وڃون باقي قرباني جي اصل مقصد ۽ فلسفي کي سمجهڻ لاءِ سڀ جو ڀلو سڀ جوخير! پر سائين منهنجا جڏهين وري نئون هجري قمري سال اچي ٿو تہ محرم الحرام جي حوالي سان وري حضرت حسين عليہ السلام جي تمام عظيم قرباني ياد ٿي اچي، نہ صرف ايترو پر ان ئي يوم عاشوره يعني ڏهين محرم واري ڏينهن جي حوالي سان پيون بہ ڪيتريون ئي تاريخي حقيقتون آهن جن جو اسلامي تاريخ ۾ پنهنجو مقام آهي.

سو سائين منهنجا، يوم عاشور اهو ڏينهن آهي جنهن ڏينهن خالق برحق هن ساري ڪائنات کي خلقيو ۽ انهيءَ ڏينهن تي حضرت آدم عليه السلام کي پيدا ڪيو ۽ ان ڏينهن کي حضرت بي بي حوا کي پيدا

ڪيو. نہ صرف ايترو پر اهو ساڳيو ڏينهن يوم عاشور آهي جنهن ڏينهن تي الله تعاليٰ حضرت آدم عليه السلام جي توبهہ قبول ڪئي. ان ڏينهن ئي حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙيءَ کي ڇوٽڪارو مليو. اڃا تائين بہ ڏسجي تہ ان ڏهين محرم يعني عاشور جي ڏينهن ئي حضرت ايوب عليه السلام کي ڏکهي بيماريءَ مان شفا ملي تہ وري انهيءَ ساڳي ڏينهن تي حضرت ابراهيم عليه السلام کي "خليل الله" جو لقب مليو. ان ئي يوم عاشور واري ڏينهن حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ سندس قوم کي فرعون جي ظلم کان نجات ملي. يعني فرعون ان ڏينهن ئي غرق ٿي مئو. رب پاڪ حضرت يونس عليه السلام کي مڇيءَ جي پيٽ کان ٻاهر ان يوم عاشور تي ڪڍيو پر وري ڏسجي تہ حضرت سليمان عليه السلام جي وڃايل منڊي ۽ تخت بہ ڪين واپس ڏهين محرم تي مليو. سائين منهنجا حضرت عيسيٰ عليه السلام جي پيدائش ۽ آسمان ڏانهن روانگي بہ يوم عاشور واري ڏينهن ٿي. اهوئي پاڪ ۽ معتبر ڏينهن آهي، جڏهن حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جو نڪاح حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ سان ٿيو ۽ اهو ئي اهو پاڪ مهينو ۽ يوم عاشور آهي جنهن ڏينهن تي سيد الشهداءَ حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت ٿي. سيد الشهداءَ جي هيءَ قرباني دنيا جي تاريخ ۾ اها قرباني آهي جنهن پوري انسان ذات کي لوڏي ڇڏيو. ڪربلا جي ميدان تي ڪوڙ ۽ سچ، حق ۽ باطل جي جنگ تاريخ ۾ پاڻ محفوظ ڪري ايندڙ نسلن لاءِ هڪ سبق آموز يادگار ڇڏي فاجر ۽ ظالم حاڪم، ڊڪٽيٽر بادشاهہ ۽ لاديني نظام جي خلاف جهاد ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي.

پر سائين منهنجا ان عظيم ڏينهن تي اسان جي معاشري ۾ وري ڪجهہ هيئن بہ ٿئي ٿو. هڪ پاسي تہ اسين يوم عاشور کي عقيدت ۽ احترام سان ملهايون ٿا. يعني خير خيرات نذر نياز ۽ مجلس واعظ ڪري پاڻ کي شهداءَ ڪربلا جو گهڻ گهرو يا حبدار

سمجهون ٿا تہ ہئي طرف وري ان ڏينهن تي جيڪي ڪجهہ ٿئي ٿو تنهن کي ڇا چئجي؟

سائين منهنجا يوم عاشور تي ڪيترا ماڻهو وري خاص وقت تي نهي سنهيري هار سينگار ڪري گهمندا يا وري چوندا تہ اسين محرم گهمڻ ٿا وڃون يا وري ڪيترا ماڻهو ان ڏينهن تي پنهنجن ٻارن کي ساڻ ڪري چوندا تہ ٻارن کي امامن جا تابوت ڏيکاري اچون ۽ جڏهن وري اهي ماڻهو واپس موٽندا تہ ٻارن جي هٿن ۾ رانديڪا، ڦوڪڻا ۽ ڪاغذن جون ٺهيل ڦرڙيون وغيره هٿن ۾ هونديون ۽ ٻار خوش خوش نظر ايندا.

ڳوناٺا ماڻهو وري ان ڏينهن مارو رکندا جليبين، نڪتي داڻن ۽ لڏن وغيره تي. گهر واپسيءَ تي اها ئي ڳڙ مان ٺهيل مٺائي گهر ورتيون ويندا. ائين ڪرڻ سان ايئن ٿو لڳي تہ ماڻهو يوم عاشور نہ پر هڪ ميلو گهمڻ اچن ٿا يا گهمن ٿا. وڏن شهرن جي ڳالهہ ئي نرالي آهي، ماڻهو رستن تي من مستيون ڪندا وتندا ۽ پيا مٿي گهرن ڏانهن واجهائيندا. سياسي ماڻهو ان ڏينهن تي خاص خاص خبرون شايع ڪرائي قربانيءَ جو سبق ياد ڏياريندا جڏهن تہ پاڻ سندن جو عمل ابتڙ هوندو آهي.

اسان جو معاشرو ڪيترو نہ بي حس ٿي چڪو آهي جو محرم الحرام جي فضيلت کان ڇڻ واقف ئي ڪونہ آهي. اها ئي ڳالهہ اسين محرم الحرام جي مهيني سان ڪونہ پر پنهنجو پاڻ سان ڪري رهيا آهيون. اسان کي گهرجي تہ شهادت ڪربلا مان سبق پرائي اها سچ جي واٽ وٺون جيڪي اصل سچ جي واٽ آهي ۽ پڻ اهي اصول ٻڌايون جن تي عمل ڪرڻ سان الله سائينءَ جو راضپو حاصل ٿئي ۽ دنيا جو معاشرو بہ سڌري وڃي. (آمين).

روزانہ هلال پاڪستان

16 جون 1994ع

## تعليمي بورڊ- مختياڪار جو منشي

سو سائين منهنجي ڪي چوان، بورڊ وارن جا بہ اهڙا ڏڪ آهن جو جنهن ڪي لڳن تن مان ڪنهن جا سنڌ ساٿا تہ ڪنهن جو سونا پوء چو نہ ڪٽي اهي ڏڪ روينيو بورڊ وارن جا هجن يا سنڌي ادبي بورڊ. وارن جا هجن پر جي سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ وارن جا سنوان سڌا ڏڪ هجن تہ بہ ڪا ڳالهہ ڪانهي چو تہ اهي بورڊ عاقل بالغ وات وڪيل آهن جيڪي وٽين سو ڪن ڪنهن ڪي ڪهڙي مجال آهي جو چوي.

سائين توهين پاڻ ڏسو اڳين سال جيان هن سال بہ ٻہ ٻيرا ڪتاب بدلايا ويا آهن سي بہ اٿپورا پر هاڻي شاگردن سان گڏ استاد بہ پريشان آهن تہ ڪهڙو ڪتاب پڙهايون ڪهڙو نہ پڙهايون. هڪ مهانگائي ٻيو ڪتابن جو بدلجڻ هي بوڪ بورڊ وارن جا سنڌائتا ڏڪ ناهن تہ ٻيو ڇاهن.

ڏڪ بہ ڏڪ ٿيندا آهن پوء چو نہ ڪٽي ماڻهوءَ کي ٻاهريان ڏڪ لڳن يا اندريان. فرق اهو آهي تہ ٻاهريان ڏڪ ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ اندريان ڏڪ ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندا آهن. بس انهن جو صرف درد ۽ سور محسوس ڪبو آهي.

سو سائين منهنجا اهڙو ئي سور، بورڊ وارن پنهنجن "اندرين جاڻن ۽ ڏڪن" سان ڏنو آهي. هونئن تہ اهوبورود هڪ وڏي "درگاهہ شريف" جيان هوندو هوجو سندس هر عقيدتمند پنهنجي عقيدت آهر منجهانئس "فيض ياب" ٿيندو آهي. پر سائين اڳين سال کان ان بورڊ تي بہ "ايڪيهين صديءَ جي ترقيءَ جو جن" اهڙو سوار ٿيو آهي، جو هاڻي

اهو ”جهنگل جي بادشاهہ“ جيان ٿي پيو آهي سو ”آنا لاهي يا ٻچا“ سندس مرضيءَ تي ڇڏيل آهي.

سائين منهنجا، توهان تہ سمجهي تہ ويا هوندا؟ جي نہ تہ مان توهان کي ٻڌايان ٿو، اهو آهي ”تعليمي بورڊ“ پوءِ ڪٿي سيڪنڊري بورڊ هجي يا انٽر بورڊ. ڳالهہ ساڳي آهي، انهن پنهنجي ”اندرين جانئن ۽ ڏکن“ سان ڪيترن ئي صحتمند شاگردن جا سنڌ اهڙا تہ پيچي ڇڏيا آهن جو شاگرد ويچارا چيچلائن ٿا ۽ سندن سور جي نہ آهي ڪا دوا ۽ نکو دارون! ڪيئن سائين مان ٺيڪ ٿو چوان نہ؟

هن سال تہ سائين جن جا وارا اهڙا تہ نيارا ٿي ويا آهن جو هن مهل تائين ڪلاس نائين جو نتيجو ئي ظاهر نہ ٿيو آهي. جڏهن تہ امتحان ورتي خير سان ڇهون مهينو هلي ٿو. ڪوڊ نمبرن جو اهڙو تہ وهنوار ٿيو اٿن جو بلي بلي! اهو ڏنڌو ڪين ڪڇيءَ پيو آهي. پر گهبرائڻ جي ڳالهہ ڪانهي. مڙيئي ترڪ ناليءَ سان ”سڀ ڪجهہ ٺيڪ“ ٿي ويندو! پر سائين هڪ ڳالهہ ضرور چئبي تہ ان نئين طريقي سان داخلائن جو مسئلو ڪي قدر ٺيڪ ٿي ويو آهي. جو ايتري هاءِ گهوڙا ڪانہ ٿي ٿئي. جيتري اڳي ٿيندي هئي. ان سان گڏ، هيءَ ڳالهہ بہ پنهنجو وزن برابر رکي ٿي تہ ڪاپيءَ تي ڪنٽرول تہ نہ ٿي سگهيو آهي بلڪہ ان ۾ اجا واڌارو آيو آهي. انهيءَ سبب بورڊ وارن همراهن جي صحت اڳي کان وڌيڪ ”سڌري“ ويئي آهي، جيئن اسان جي ڳوٺ واري مختيارڪار جي هيڊ منشيءَ جي ”صحت سڌري ويئي هئي!“

هيڊ منشيءَ جي ڳالهہ هن ريت آهي تہ هي همراهہ پئسن وٺڻ ۾ ”پنهنجو مٽ پاڻ“ هو. هڪ دفعي هڪ نئون ايماندار مختيارڪار اسان جي ڳوٺ بدلي ٿي آيو. منشيءَ جون ڳالهيون ٻڌائين، سو هن اشراف منشيءَ کي گهڻو ئي سمجهايو، پر هريل منشي هيروئن جي مواليءَ وانگر ڪٿي ٿو مڙي! سو آخر مختيارڪار ڪيس پنهنجي آفيس اندر

بلڪل سامهون ٽيبل ڏيئي ڪري ويهاريو. صاحب پنهنجا ڪم ٻه ڪندو هو ۽ گڏوگڏ منشيءَ تي ٻه ڪرڙي نظر رکيائين. اهو سلسلو ڪافي ڏينهن هليو. مختيارڪار دل ۾ خوش ته "مـان هـن کـي" سـڌاري ڇڏيـو آهـي. "سـو هـڪ ڏينهن چيائينس ته "ڪيئن" منشي سڌري وئين نه؟"

اهي لفظ ٻڌي منشي مختيارڪار صاحب جي پيرن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو. "سائين توهان کي دعائون پيو ڪريان. چوته "صحت اڳي ڪان ٻه وڌيڪ "سڌري" ويئي اٿم. اڳي جيڪو ڏهه رپيا ڪر ڪِر سان ڏيندو هو سو هاڻي خوشيءَ خوشيءَ سان ويهه رپيا ڏيئي ٿو ڇڏي.

صاحب حيران ٿي پڇيو ته "اهو وري ڪيئن؟"

منشيءَ جواب ڏنو. "هر ماڻهوءَ کي چوان ٿو ته صاحب هٿ پاڻ سان ڇو ويهاريو آهي؟" بس هو "سمجهي" وڃن ٿا.

اهي لفظ ٻڌي مختيارڪار منشيءَ کي پنهنجي ڪمري مان ڪڍي ڇڏيو ۽ ويچارو مختيارڪار ٿورن ڏينهن ۾ پنهنجي بدلي ڪرائي ويو.! (هيءَ واقعو سچو آهي).

سو سائين منهنجا، تعليم جي ترقي ۽ ڪاپيءَ تي ڪنٽرول ڪرڻ وارا دل ۾ خوش نه ٿين ته ڪو اسان "چڱو ڪم" ٿا ڪيون ۽ هرهڪ ڪاپيءَ کي ڪوڊ نمبر سان چار چار دفعا چيڪ ڪرائڻ سان مقصد حاصل ٿي ويندو. ها، پر ائين ڪرڻ سان "بازار جي اگهن" ۾ ضرور واڌارو آيو آهي، جيئن منشي جي "بازار" وڌي هئي!

امتحاني سينٽرن جو "نيڪو" برابر جاري آهي. سينٽرن ۾ ڊيوٽي ڏيندڙن اسڪول جي استادن ڪانسواءِ ٻارڙن جا والدين پنهنجن واسطن وڙن سان بنا اجوري ڊيوٽيون ڪن پيا نه صرف ايترو پر ان ڪان سواءِ

بورڊ جي اهلڪارن جي ريٽن ۾ چڱو خاصو اضافو ٿيو آهي. پر انهيءَ ساري وايومنڊل ۾ سنن شاگردن کي جيڪي "اندريان ڏک ۾ جانٺا" لڳي رهيا آهن، تن جو نہ داد ۽ نہ فرياد. انهن ڪاپين مان ڀيا "فيض" حاصل ڪري ويا ۽ پاڻ امتحان ۾ حاضر هوندي بہ "غيرحاضر" ليکيا ويا!

روزانہ جاڳو
25 آڪٽوبر 1990ع
روزانہ هلال پاڪستان
5 آڪٽوبر 1994ع
روزانہ پڪار
27 آڪٽوبر 1995ع

# ڏسڪو جيالا

سو سائين منهنجي ڪي چوان، جمهوري حڪومت جي هن دور ۾ جڏهن پنهنجو پيارو ملڪ ترقيءَ طرف ٻه وکون وڌائي رهيو آهي ته اتي وري ڏٺو وڃي ته ملڪ ڪانسواءِ سنڌ اندر اهڙا ڳوٺ، واهڻ ۽ وستيون اڄ به ترقيءَ جهڙي نعمت کان بلڪل الڳ ٿلڳ آهن، پر جڏهن ملڪ جي شه رڳ موروڙي جي ماڳ ڪراچيءَ کي ڏٺو وڃي ته ان جي آس پاس جي ڳوٺن جي به اهڙي ئي حالت آهي. پر وري شهر جي وچ واري وسندي، جنهن کي لياري چيو ٿو وڃي، ان کي جڏهن ڏسجي ٿو ته دل کي گهاءُ پئجي ٿا وڃن. جڏهن ته لياري شروع کان پي پي جو اصل بنيادي ڳڙهه رهيوآهي. پر مزي جي ڳالهه هيءَ آهي ته جڏهن پ پ قيادت اقتدار ۾ نه هوندي آهي ته اقتدار جا ڏٺي پيا لياريءَ جا ڦيرا پائيندا ۽ مسئلن جي نشاندهي ڪندا آهن ۽ پڻ وڏي واڪي دعوي ڪندا آهن ته اسان جي حڪومت "لياري ترقياتي اٿارٽي" ناهي ڪري مسئلن کي حل ڪندي، پر ڏٺو ويو آهي ته قيادت جڏهن به اقتدار ماڻيو آهي ته لياريءَ جي پرگهور لهڻ ته نهيو، پر مسئلن کان ڪن لاٿار ڪئي ويندي آهي. پوءِ نتيجو اهو نڪندو آهي ته پراڻا مسئلا ته پنهنجي جاءِ تي، پر هٿرادو اهڙيون پيونِ برايون پيدا ٿي ونديون آهن. جيڪي پڻ ماڻهن جي زندگيءَ لاءِ آزار بڻجي پون ٿيون.

جهڙي طرح اڄڪلهه لياري جي رستن، چوڪن ۽ گهٽين ۾ چوري ۽ ڦرلٽ جون وارداتون عام جام آهن. راتين جو راهه ويندڙن سان جيڪي جٽيون ٿين ٿيون، تن جو ته ڪو مثال ئي نٿو ملي. يعني

رات جو شادين تان موٽندڙ عورتن جا ڳهه ڳنا هٿن ۽ ڪنن مان ڇڪي لاٿا ٿا وڃن، پر مزي جي ڳالهه هيءَ آهي ته ڏينهن ڏٺي جو رستي ويندڙن کان ۽ ويگن مان ڦرلٽ معمول بڻجي ويو آهي ۽ ان وٽ سٽ ۾ ڪيترا خون به ٿيو پون. پر وڏيڪ دل کي ڏاريندڙ هيءَ ڳالهه آهي ته اهو سڀ ڪجهه پي پي آفيسن جي سامهون پيو ٿئي، ڪوئي چوڻ آکڻ وارو ئي ڪونه!

ڪلري، چاڪيواڙو ۽ اٺ چوڪ ان ڳالهه ۾ گوءِ کڻي ويا آهن. ڪجهه ڏينهن ٿيندا ته هڪ ويگن ڦرجي رهي هئي سامهون ۽ پويان پوليس اسڪواڊ جي گاڏيءَ اچي رهي هئي. هڪ ماڻهو ڦرڻ سان گاڏيءَ مان لهي داد فرياد ڪرڻ لاءِ ان گاڏيءَ طرف وڌيو ۽ پوليس وارن کي حال کان واقف ڪيائين ته بجاءِ همدردي ڪرڻ جي پوليس وارا پنهنجي گاڏيءَ جو روٽ بدلائي ٻي طرف هليا ويا. همراهه اکيون ڦاڙي انهن کي تڪيندو رهيو.

اهو سڀ ڪجهه ڪيئن ٿو ٿئي؟ ڪير ٿو ڪري؟ پاڻ کي طاقت نه آهي چوڻ جي، پر اهو ضرور چئبو ته ليياريءَ کي شايد اهو سڀ ڪجهه ”ووٽن جي بدلي ۾ ملي رهيو آهي. يا لياري ”ڊسڪو جيالن“ جي ور چڙهي ويئي آهي.

سائين منهنجا. اها به هڪ حقيقت آهي ته مخالف ڌر جي شروع کان اها ڪوشش رهي آهي ته جتي به پ پ جي اڪثريت آهي، خاص ڪري سنڌ صوبي ۾ اتي اهڙيون برايون پيدا ڪجن، جيئن ماڻهو گمراهه ٿين ۽ پي پي پي جي اڪثريت کي ڇيهو رسائجي. سو ان سڄي هڻ هٽان ۾ ڪير آهن؟

ان لاءِ دڙو دادا چوي ٿو ته اهو سمورو ڪم ”ڊسڪو جيالن“ جو ئي آهي، جن کي اگر ”ڪتيءَ ڪائو مجنون“ چئجي ته ڪو وڏائ نه ٿيندو. ڏٺو اهو ويو آهي ته اقتدار دوران پارٽيءَ ۾ هترادو اهڙا ”ڊسڪو

جيالا" ٿنبيا ويندا آهن. جنهن سبب اصل جيالا (مجنون) رت ڏيڻ وارن کي ڪي قدر نظرانداز ڪيو ويندو آهي ۽ پوءِ "ڊسڪو جيالا" پنهنجي ترڪتالي محبت ۽ وفائن سان بي بي جي ٻيڙي کي سمنڊ جي ڪُن ۾ ڦاسائي پاڻ ائين ڪر تي ويندا آهن ڄڻ هٿا ئي ڪونہ.

حقيقت ۾ ڏنو وڃي تہ خود پيٽو صاحب بہ اهڙن ئي "ڊسڪو جيالن" جي ور چڙهي ويو هو. پر شاباس آهي انهن جيالن کي، جيڪي پنهنجي رت جي ريج سان پارٽيءَ کي آباد رکيو پيا اچن. سو اهڙن جيالن کي رت ڏيڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ نصيب ۾ آهي ئي ڪونہ! باقي جيستائين ڊسڪو جيالن جي ڳالهہ آهي تہ اهي صرف وقت جي نزاڪت سان پنهنجا وارا نيارا ڪندا پيا آهن.

سائين معاف ڪجو، پاڻ الائي ڪٿي وڃي پهتاسين. لياريءَ جي ڳالهہ اتي ئي رهجي ويئي. سو سائين چاڪيواڙي روڊ کي هٿرادو گاڏين ۽ ٽرڪن وغيره جي بيهڻ واري رش کان آزاد ڪيو وڃي. جو تہ انهن جي اوٽ ۾ راهہ ويندڙ ڦرجي وڃن ٿا.

لياريءَ جي ماڻهن جو پراڻو پاڻيءَ وارو مسئلو اڃا حل نہ ٿيو آهي. لياريءَ جنرل اسپتال مسئلن جو شڪار آهي. دوائن وغيره جي کوٽ آهي ۽ پڻ هتي چوريءَ جون وارداتون جام ٿين ٿيون.

جوا، شراب ۽ منشيات جي اڏن کي ختم ڪري نوجوان نسل کي انهيءَ لعنت کان بچايو وڃي. گهٽي گهٽيءَ ۾ هلندڙ اگهاڙين فلمن تي پابندي وڌي وڃي، جيب ڪترن جي آزار کي ٻنجو ڏنو وڃي، لوڊشيڊنگ ۽ صفائيءَ طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي. گٽر لائينن مان وهندڙ گندي پاڻيءَ جو روڊن، رستن ۽ گهٽين ۾ آزادي سان وهڻ بند ڪيو وڃي.

سو سائين، هاڻي بہ وقت ناهي ويو، پي پي قيادت پنهنجي صفن مان ڪوڙيءَ ڪري، سچي مجنون ۽ "ڪٽي ڪاٺو مجنون" جيالن ۽

"ڊسڪو جيالن" جي پرک ڪري ۽ صحيح سڃاڻپ ڪري تہ بهتر ٿيندو، ڪڏهن ائين نہ ٿئي جو سڀاڻي ڪنڊا ڪيڙا پون!

اقتدار جي ڏٺين کي نماڻو عرض آهي تہ ليارِيءَ وارن سان ڪيل واعدا پورا ڪري ماڻهن کان کسيل سڪون واپس ورائڻ لاءِ جوڳا اپاءَ وٺي تہ سندس لاءِ بهتر ٿيندو ۽ ماڻهن جي دلين ۾ اڳي کان بہ محبت وڌندي. نہ تہ فرق صاف ظاهر آهي!!

روزانہ هلال پاڪستان
22 آڪٽوبر 1994ع

# صفائيءَ جو باثواب هفتو

سو سائين منهنجي ڪي چوان، صفائي جو هفتو وڃي خيرن سان پورو ٿيو، پر ان دوران جيڪي ڪجهه وهيو واپريو تنهن جون خبرون چارون اڄ سوڌو اخبارن ۽ رسالن جي زينت ۽ سينگار بڻيل آهن. ان سموري هڻ هٿان ۽ وٺ پڪڙ ۾ صفائيءَ جي "بازاري اڳهن" ۾ چڱو خاصو واڌارو اچي ويو. پر جيئن ته مارڪيٽ جو ملهه جيئن جو تيئن رهيو چو ته خوش فهميءَ ۾ مبتلا پنڪي حضرات به پنهنجي ڏنڌي سان برابر لڳل ڏسڻ ۾ آيا، باقي جيستائين تصويرون نهرائڻ ۽ فوٽو ڪڍرائڻ جو تعلق آهي ته فوٽوگرافرن جي ڀيڳهي برابر متل رهي، جيئن ٻاڪري عيد جي موقعي تي ڪاسائين جي ڀيڳهي مثل هوندي آهي. سو هن هفتي فوٽوگرافرن جي ايڊوانس بڪنگ به چوٽ چڙهيل رهي. ايستائين جو ڪيترن ئي هنڌن تي صاحب سڳورا ٻهارا هٿن ۾ ڪنبو بيٺا رهيا. مگر تصوير ڇاپڻ وارو ليپي ئي ڪونه! سو آخر صاحبن ويچارن پنهنجي اداري جو "نڪ رکڻ واسطي بلبن جي روشنيءَ ۾ خاص فوٽو ڪڍرائي پنهنجي ناماچاريءَ ڪي چار چنڊ لڳائي سرڪاري البم جي خانه پُري ڪري ڇڏي، پر هي موقعو "معتبر ڊسڪو جيالن" به هٿان وڃڻ نه ڏنو، هو به جت ڪٿ هر هنڌ صاحبن سان گڏ هڪ طرف تصويرون پٽي ڪيڊرايون ته ٻي طرف وري جلوس ڪڍيا ويا. ان مان ڇا حاصل ٿيو سا ته ڊسڪو جيالن کي خبر- پاڻ بي خبر!

باقي خبر واري ڪم ۾، دڙو دادا به ڀرپور نموني سان واءُ سواءُ وٺي ڪري، فرمائي ٿو ته:

ڪو شڪ ناهي ته ملڪ اندر گندگي تمام گهڻي پکڙجي ويئي آهي ۽ ان

گند گيءَ مان پيدا ٿيندڙ وبائي بيمارين کي پنجو ڏيڻ لاءِ سرڪار سگهوريءَ ماڻهن ۾ صحتمند رهڻ خاطر صفائيءَ واري جاڳرتا پيدا ڪرڻ لاءِ "صفائي جو هفتو" ملهائي چڱو ۽ سٺو ڪم ڪيو آهي، پر ڏسجي ته ان جو ڪو خاص اثر ڪونه نڪتو. جو ته گند گيءَ جا ڍير برابر پنهنجي جاءِ تي سينو تاڻي بيٺا آهن، پيو نه ته توهين ايم اي جناح روڊ واريون فٽ پاٿون ئي ڪٿي ڏسو. سول اسپتال ۽ سروس اسپتال واريون خاص فٽ پاٿون ڏسو جيڪي موالين جي گند گيءَ سان برابر اڄ به ڀريل آهن ۽ روزانو اسپتالن ۾ ايندڙ ويندڙ ڊاڪٽرن ۽ مريضن جو استقبال ڀهريون گيٽ پرسان ويٺل موالي پنهنجي نشيدار ڦوڪن سان ڪن ٿا.

باقي خدا ڪوڙ نه چوائي ته هيءَ ڳالهه به پنهنجي جاءِ تي برابر وزن ٿي رکي ته ايڏي ساري هڻ هٽان ڪان پوءِ به ملڪي عوام جي صحت ڪانه سڌري، جو ته سياسي گند گيءَ جي ڇڻ ته ڪينسر جي وبا ڦهلائي ڇڏي آهي. جنهن سبب عوام الناس هر وقت بي يقينيءَ واري ذهني ڊپريشن ۾ ڦاٿل رهي ڪري سياست ۽ سياستدانن کان پيو ٿو تهي. تنهن ڪري اهڙي سياسي وبائي بيماريءَ کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ هاڻي وري مخالف ڌر "سياسي صفائيءَ وارو هفتو" ملهائڻ جو اعلان ڪري ته واه واه!

پر ان لاءِ ضروري آهي ته مخالف ڌر ڀهريائين پاڻ منجهان سياسي گند گيءَ کي ڪوري ڪڍڻ جي شروعات ڪري. ان سان پيو نه ته خود مخالف ڌر جي صحت سڌري ويندي، جيڪا هن وقت تمام لاچار پئي ڏسجي.

سائين منهنجا، باقي جيڪا صفائيءَ واري ڳالهه آهي، تنهن جو به چڱو خاصو اثر صرف سرڪاري ادارن جي بجيٽ تي ئي پيو آهي، چاڪاڻ ته ان ڪم ۾ ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن نيڪوڪار عملدارن پنهنجي اداري جي ساليانو بجيٽ جي تمام سهٽي ۽ سيبتي نموني سان حڪي حامي صفائي صحت بخشڻ سان گڏوگڏ اداري جي به ساک پت بچائي ورتي آهي. ڪيئن سائين سچ ٿو چوان نه!؟

روزانه هلال پاڪستان
23 آڪٽوبر 1994ع

# گهرشماري ڪيئن ٿي؟

سو سائين منهنجي ڪي چوان، آدم شماريءَ جو ڪم پوئتي ڪري چيو ٿو وڃي تہ ملڪ اندر گهرشماريءَ جو ڪم "مڪمل" ڪيو ويو آهي، پر دڙو دادا ان گهرشماري ڪي اصل راند لاءِ "ٽرائيل" ٿو سڏي، جنهن جي نتيجن مان اصلي راند ڪيڏڻ لاءِ ميدان هموار ڪيو ٿو وڃي. باقي رهي ڳالهہ آدم شماريءَ جي، سا تہ ملڪي آئين مطابق هر ڏهين سال ڪرائي ويندي آهي تہ جيئن هر صوبي کي پنهنجي آدم مطابق سهوليت ڏيڻ سان گڏ اليڪشني تڪبندي ڪئي وڃي ۽ پڻ اهڙي حساب سان صوبائي ۽ قومي اسيمبلين جي سيٽن جو تعداد بہ رکيو وڃي.

سو سائين اهڙي طرح ١٩٨١ع کانپوءِ جڏهن ١٩٩١ع ۾ آدم شماري ڪئي ويئي تہ ان وقت جي سرڪار سڳوريءَ جو وات ڦاٽي ويو ۽ اکيون ٻاهر نڪري آيون، ڇو تہ ان کان اڳ آدم شماريءَ جو ڪم سرڪاري ڪامورا "گئس ۽ بجليءَ جي بلن وانگر" ٽپائيندا هئا. جيئن توهان کي خير آهي تہ گئس ۽ بجلي جو عملو هڪ اڌ گهر جي ميٽر ريڊنگ نوٽ ڪري باقي ٻين گهرن جي هٿ ٺوڪي ريڊنگ ڏيکاري ويندي آهي ۽ اهڙي ئي طرح سان جنهن کي خاص فائدو پهچائڻو هوندو آهي تہ ڪنهن جا لاهہ ڪڍيا ويندا آهن. سو سائين بلڪل اهڙيءَ طرح سان سنڌ ۽ سنڌين جا حق بہ غصب ڪيا ٿا وڃن.

١٩٩١ع واري آدم شماريءَ کي وقت جي حاڪم مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ائين ڪٿي ڇٽجي تہ حاڪم پنهنجو ويٺو وارو ٻاور

استعمال ڪيو، جڏهن ته اهڙو اختيار ڪيس ڏنل ناهي ان فيصلي سان ملڪ ۽ قوم کي ڪافي نقصان رسيو، جو ته قومي خزاني کي ڌڪ لڳڻ ڪانسواءِ ڇاٽي واٽي لساني زهر جو ٻوٽو پوکيو ويو، جيڪو ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو آهي. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته ائين ڪبندو هو ته ان ٻگهاردار حاڪم کي ملڪي ۽ قومي مفادن خلاف ڪم ڪرڻ جي ڏوهه جي سزا ڏني وڃي ها. پر افسوس جو ائين نه ٿيو، اهو شايد ان ڪري ته سندس پٺ مضبوط هئي، جنهن سبب ڪو لهر لوڏو نه آيس.

خير سائين منهنجا، هن ڀيري ۱۸-آڪٽوبر ۱۹۹۴ع کان آدم شماري وارو راڳ ڇيڙيو ويو آهي جنهن جي موسيقي سکڻ لاءِ ۱۵ سيپٽمبر ۱۹۹۴ع کان ڪلاس شروع ڪري تعليم جو ٻيڙو ٻوڙيو ويو. چاڪاڻ ته اهو ڪم هميشه وانگر استادن تي رکيو ويو. پر سو چيل سمجهيل سازش تحت سپروائزري جو ڪم هن ڀيري ڪراچي واٽر بورڊ، ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن، ڪي ڊي اي وغيره جي ”مشهور“ ڪارڪنن کي گهرشماري ۽ آدم شماريءَ جو فن سکڻ لاءِ خاص هدايتن سان زوري تنبيو ويو آهي ته جيئن هو غيرملڪين کي سنڌ جي شهرن، ڳوٺن ۽ ڪراچيءَ ۾ نيڪ ناڪ نموني سيٽ ڪن. چاڪاڻ ته حڪومت انهن کي ملڪ مان ڪڍي ڇڏڻ جا دڙڪا ڏيئي ڏئي. هاڻي شايد اهي دڙڪا به پنهنجو اثر نه رکن، جو ته اهي غيرملڪي باشندا تمام سهڻي سيبتي نموني سان ”اصلي پاڪستاني“ ٿي پيا آهن، جڏهن ته اصلي ماڻهو نقلي ٿي پيا آهن.

سائين منهنجا، جيئن ته گهرشماريءَ جو ڪم وقت اندر پورو نه ٿي سگهيو تنهن ڪري حڪومت وڏن شهرن لاءِ ان وقت کي وڌايو. اها ڳالهه برابر مڃڻ جوڳي آهي ته مليل وقت برابر ٿورو هو، پر ڪراچيءَ ۾ سواري جو ته ڪو مسئلو ئي ناهي. پر سنڌ جي ڪيترن ڳوٺن، واهڻن ۽ وستين ۾ ته سواريءَ جون سهوليتون ئي ناهن ته پوءِ انهن لاءِ اهو

وقت چو نہ وڌايو ويو ۽ ان گهٽ وقت هئڻ سبب ڪيترائي ڳوٺ گهر شماريءَ کان بلڪل خالي رهجي ويا آهن پر وري بہ وڏن شهرن لاءِ خاص رعايت ڏني ويئي آخر چو؟

اهو انهيءَ لاءِ تہ جيئن سنڌ ۾ سنڌين جي گهرشماري واري ڳڻپ کي ربڙ سان ڊاهي سگهجي، چو تہ فارم پينسل سان ڀري سپروائيزرن کي ڏنا ويا آهن، جڏهن تہ ان کان اڳ فارم بال پين سان ڀريا ويندا هئا!

هاڻي باقي رهي ڳالهہ ڪم ڪرڻ واري عملي جي، سو اهڙو عملو جڏهن بہ ڪنهن پاڙي ۾ پهتو پئي يا ڪنهن بلڊنگ تائين رسيو ٿي تہ اتي اڳ ئي مقرر ٿيل ماڻهن انهن کي پاڻ پئي انگ لکرايا! جي هنن بہ لکيا پئي تڪليف کان بچڻو بہ تہ هون سنڌ جي ڳوٺن کانسواءِ ڪراچيءَ جي ڀهراڙين جي گهر ڳڻپ جو سوال آهي تہ ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ غيرملڪين کي ازغيبي تنبيو ويو ۽ اصلي ڳوٺاڻن جو نالو ئي مٽايو ويو آهي.

سو سائين منهنجا، دڙو دادا ان سموري ڪتراڳ کي ان ميلي وانگر ٿو چوي جيڪو ميلو سندس پرت پريل رومال چورائڻ لاءِ لڳايو ويو هو. سو سائين، حقيقت بہ ائين ٿي لڳي تہ ڇاٽي واٽي سنڌ ۽ سنڌين کي ڏک پڻائڻ لاءِ ڪٿي "ڊسڪو جيالا" اهو ڪم محترمہ بينظير ڀٽو کان تہ نہ ڪرائي رهيا آهن؟ چو تہ اڳ سنڌ جي ڀاڻيءَ تي راتاهو هڻڻ لاءِ چام صادق کي استعمال ڪيو ويو ۽ ١٩٧١ع واري هاريل جنگ جي بندوق وري ڀٽو صاحب جي ڪلهن تي رکي ڪيس بدنام ڪيو ويو، پر خود بينظير جي پهرين حڪومت کي ختم ڪرڻ لاءِ سهڻن خوابن وسيلي غلام مصطفيٰ جتوئيءَ کي استعمال ڪيو ويو.

سو سائين، ڏڪو هٿجي پاءُ لڳ، پر ڳالهائجي الله لڳ! محترمہ لاءِ

بهتر ائين آهي تہ پنهنجي سياسي صلاحيتن ڪان ڪم وٺندي ۱۹۹۱ع واري آدم شماري بحال ڪرائي تہ ملڪ ۽ قوم لاءِ تمام بهتر ٿيندو ۽ خود بہ مانُ ماڻيندي نہ تہ ڪٿي ائين نہ ٿئي جو ۱۹۹۴ع واري ڳهرشماريءَ ۽ آدم شماري ۾ هيراڦيري ڪري محترمہ ڪي هميشہ لاءِ سنڌ ۽ سنڌين آڏو ڪاٺيارو نہ بڻائين. تنهن ڪري گذارش آهي تہ ۱۹۹۱ع واري آدم شماريءَ کي بحال ڪجي.

روانہ هلال پاڪستان
12 نومبر 1994ع

## مهراڻ پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب

| | |
|---|---|
| قرآني تعليم | حيدر بخش |
| قرآن شريف غير مسلم جي نظر ۾ | پرويز احمد |
| چار خليفا چار ڳالهيون | تنوير ساگر |
| سڪا جا سور | نصرت |
| رام جي ٿي ٺڳ | سليم حيدر |
| لوڀي ۽ ٺوڳي | محمد خالد |
| ڳدڙ ۽ ٻگهڙ | نصير پرديسي |
| سماج سڌارڪ تنظيمون | گلاب هڪڙو |
| قومپرستي جا روپ | آبشار |
| تعليم جي پستيءَ جا ڪارڻ | حنا گل |

# وسي شل نوڻن وارو مينهن

سو سائين منهنجي ڪي چوان، ڏرتيءَ تي مينهن جو وسڻ بہ خدا جي هڪ رحمت آهي. اهوئي سبب آهي جو لطيف سائينءَ بہ پنهنجي ڌرتيءَ ڪي خوشحال ڏسڻ ۽ ڪرڻ لاءِ مولا سائينءَ کان مهر پريو مينهن وسائڻ جي دعا پئي پني آهي. پر اها بي ڳالهہ آهي تہ ضرورت کان وڌيڪ جڏهن مينهن وسندا آهن تہ اهي ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ وارن لاءِ رحمت نہ پر زحمت بڻجي ويندا آهن. ڇاڪاڻ تہ حد کان وڌيڪ مينهن پوڻ سان خوشحالي تہ نہ ايندي آهي، پر تباهي ضرور ٿيندي آهي. جيئن گذريل مينهن سنڌ جي ڳوٺن، واهڻن ۽ وستين کي تباهہ ڪري ڇڏيو. اسين اهو نٿا چئون تہ وڏي وزير سائينءَ جي وونٽڻن واري فصل کي بچائڻ لاءِ ڇنڊڻ کي ڪنڊ هنيا ويا، پر اهو ضرور چئون ٿا تہ وڏي سائينءَ جي بوڏ هيٺ آيل ڳوٺ جي واهر ڪرڻ لاءِ سرڪاري آفيسر پروموشن وغيره جي آسري ۾ هڪ ٻئي کان وڌيڪ ڪم ڪار ۾ مشغول ڏٺا تي ويا. اهوئي سبب هو جو شاهہ صاحب جي ڳوٺ واري مين روڊ تي امدادي سامان جي ڍيرن سان گڏوگڏ ماڻهن جا انبوهہ لڳا پيا هئا. جڏهن تہ ڇنڊڻ ۽ منڇر جا متاثر خاندان بي يارومددگار ڏٺا ويا. ۽ پڻ ان سان گڏ پان ڳوٺ، سيالن جي ڳوٺ ۽ بوبڪن ڪانسواءِ ڪيترائي ڳوٺ پاڻي جي وچ ۾ قاتل هئا ۽ ڳوناٺا مدد لاءِ اُپ ڏانهن واجهائي رهيا هئا.

وڏي مزي جي ڳالهہ تہ سنڌ جي اهڙي صورتحال ۾ "سماجي خدمتن جي بين الاقوامي شخصيت" اکهور نند ۾ هئي. پر وري بہ شابس آهي سنڌ گرئجوئيٽس ايسوسيئيشن جي ڪارڪنن کي، جن ڏينهن رات

جي اٿڪ ڪوشش سان اهڙي صورتحال کي منهن ڏيئي ماڻهن جي هر طرح سان واهر ڪئي ۽ سار لڌي.

ان موقعي تي نوازشريف حڪومت "تحريڪ نجات" پئي هلائي ۽ جڏهن تحريڪ وارو قافلو سنڌ مان گذريو تہ سنڌ جي مينهوڳيءَ واري تباهيءَ کي ڏنو اڻ ڏٺو ڪري ڇڏيائون. جڏهن تہ نگران حڪومت دوران پنجاب ۾ مينهوڳي جي ٻوڏ سبب متاثرين جي سهائتا ۾ ٻنهي پارٽين هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ لاءِ امدادي رقمن جا اعلان پئي ڪيا. پر نواز شريف سنڌ جي انهن متاثر ماڻهن جي ڪابہ مدد ڪانہ ڪئي، جيڪي آسري ۾ سندس استقبال لاءِ بيٺا هئا.

هن گذرندي ٻڏل ڳوٺ بہ ضرور ڏٺا پر انهن لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪيو. باقي جيستائين وقت جي حڪومت جي ڳالهہ آهي، تنهن تہ پنهنجي وسان ڪونہ گهٽايو. پوءِ اها ٻي ڳالهہ آهي تہ حڪومت واري امداد وتائي فقير جي "الله سائينءَ واري امدادي ورهاست" جيان ٿي ويئي. جنهن سبب ڪنهن جا گهر پرجي ويا تہ ڪنهن جا پيٽ، تہ ڪٿي وري گڏ ٿيل امدادي کاڌ خوراڪ خراب ٿي ڏٻ ڪري وئي آهي!

پر سائين منهنجا، هاڻي دڙو دادا جي آرزو ۽ چوٽي بہ برابر پوري ڏسڻ ۾ ٿي اچي، جو تہ هو مارن جي غربت واري حالت کي ڏسندي هميشہ رب کان دعا گهرندو آهي تہ "وسي شل نوٽن وارو مينهن".

سو سائين، هاڻي سچ پچ پياري پاڪستان جي خزاني ۾ ترقي آئي آهي. جو محترمہ نوٽن جا بنڊل وسائڻ شروع ڪيا آهن. جيستائين بنڊلن جي ڳالهہ آهي تہ روزمره زندگيءَ ۾ ساري ڏينهن جي هڻ هٿان، وٺ سٽ ۽ ڪم ڪار سبب ڪڏهن تڪ لاهڻ لاءِ ماڻهو گڏجي ويهي پاڻ ۾ طنز و مزاح ۽ پوڳ نڪائن جا بنڊل هٽي، پنهنجي دل وندرائڻ سان گڏوگڏ طبيعت کي صحت بخشيندا آهن. سو محترمہ بہ پنهنجن مخالفن جي طبيعت کي صحت بخشڻ لاءِ انهن جي علائقن مٿان

نوٽن جا بنڊل پئي وسائي، تہ جيئن مخالف ماڻهو پنهنجا ٿي سگهن.

پر سائين منهنجا نوٽن جي انهن بنڊلن يعني پئڪيج وارن اعلانن سان بہ خاص فرق نظر نٿو اچي. بلڪ نظر ائين پيو اچي تہ پريا گهر پيا ٿا پرجن. باقي سنڌ جا اهي ماڻهو يا اهي ڳوٺاڻا جن هميشہ پئي محترمہ جو ساٿ ڏنو آهي ۽ پڻ جن جي ڪري ئي هوءَ اڄ اقتدار ۾ آهي، سي گذريل مينهوڳيءَ واي ٻوڏ جي تباهہ ڪاريءَ سبب گهر ڪان بي گهر ٿي ويا آهن، تنهين لاءِ محترمہ کي نماڻو عرض آهي تہ سنڌ جي لاءِ "ٻوڏ پئڪيج" جو اعلان ڪري ۽ پڻ اهڙن متاثر ماڻهن تان ڍل، آبيانو وغيره معاف ڪري انهن جي مستقل آبادڪاريءَ لاءِ نوس عملي رٿا جوڙي واهر ڪئي وڃي، جيڪي اڄ بہ سياري جي موسم ۾ کليل آسمان هيٺان پڳل ٽٽل ڪٽن جي ڇانوَ ۾ زندگيءَ جا ڏينهن گهيلي رهيا آهن.

روزانہ هلال پاڪستان
17 نومبر 1994ع

# "جوهي مکڻ - موهيءَ" ۾ صحت جي صورتحال

سو سائين منهنجي ڪي چوان، سنڌ جي سرزمين جي هر ڳوٺ، واهڻ ۽ وستيءَ ۾ رب پاڪ پنهنجي ڪرم سان ۽ صوفي بزرگن جي دعائن سان اهڙا سورهيه سرواڻ پيدا ڪيا آهن، جن زندگيءَ جي مختلف روپن ۾ لاڙڻ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪري ڌرتيءَ جوڳات هميشه مٿي ڪيو آهي. اهڙن ئي بهادر انسانن جو شهر "جوهي" به آهي. قدرت واري جوهيءَ جي مٽيءَ مان اهڙا سهاجهڙا منڙا ۽ پيارا ماڻهو پيدا ڪيا آهن، جن تي جيترو به ناز ڪجي سو گهٽ آهي. چاڪاڻ ته جوهيءَ وارن پنهنجي خداداد صلاحيتن سان پنهنجي مٽيءَ کي اهو مان بخشيو آهي جنهن جي اگر واکاڻ نه ڪبي ته به اڪيائي ٿيندي.

احمد خان مدهوش جي شاعريءَ جي سرهاڻ به پنهنجو مٽ پاڻ آهي ته وري ادبي دنيا ۾ عزيز ڪنگراڻي ۽ خليل عارف سومري به چڱي خاص ميڄتا ماڻي آهي. جڏهن ته سياسي ميدان ۾ رئيس علڻ خان لغاريءَ پنهنجي علائقي ۾ ڪافي سياسي جاڳرتا پيدا ڪئي آهي ۽ سندس نالو اڄا تائين پيو ڳائجي. هاڻي ته سندس پٽ ڊاڪٽر منظور علي خان لغاريءَ به سياست ۾ بشيراحمد ٿهيم ۽ چاڪرخان شاهاڻي جي ڳالهه نه ڪبي ته سراسر ناانصافي ٿيندي.

پر سائين منهنجا، جوهيءَ جي اهڙين عظيم شخصيتن ڪانسواءِ جوهي جي ضمير جو انمول هيرو سچو مخلص، ايماندار ۽ هڏ ڏوکي انسان اٽنڪ سماجي ڪارڪن الهه رکيو ڪوسو به آهي، جنهن جو اگر ذڪر نه ڪبو ته اهو جوهيءَ سان وڏو ظلم ٿيندو. آئون جڏهن جوهيءَ

جي هن فرزند کي ڏسندو آهيان تہ زبان تي هي لفظ تري ايندا آهن تہ "جوهي مکڻ موهي".

بيشڪ جوهي مکڻ موهيءَ واري منڙي انسان کي سندس سماجي خدمتن جي پاڻ ارپڻ وارن جذبن جي ميجتا طور مشهور تنظيم سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن گريجوئيٽ گولڊ ميڊل ايوارڊ ڏنو آهي، جيڪو پڪ سان جوهي ۽ جوهيءَ وارن لاءِ هڪ وڏو اعزاز ۽ فخر جي ڳالهہ آهي.

سو سائين منهنجا، اها ڪوسي صاحب جي محبت ئي هوندي آهي، جنهن سبب جوهيءَ ۾ اچڻ وڃڻ ٿيندو رهندو آهي. اڙي سائين هڪڙي ڳالهہ تہ وسري ويئي، جنهن جي واڪاڻ نہ ڪئي. اها شيءِ آهي، جي نہ! نہ سائين مان پاڻي ٿڌو ڪرڻ واري گهگهيءَ جي ڳالهہ نہ ٿو ڪريان نہ سائين نہ!

پر مان توهان کي ٻڌايان ٿو تہ هتان جا مڇر اهڙا آهن جڻ جنگي ميزائيل! اهوئي سبب آهي جو هتي رات رهڻ جي ڪوشش نہ ڪندو آهيان. اگر ڪڏهن اتفاق سان رهڻ ٿيو بہ تہ ساري رات پاڻ کي "ميزائيلن" جي حملي کان بچڻ لاءِ چادر وغيره ويڙهي سمهندو آهيان، پوءِ ڇو نہ اونهارو ئي هجي.

سو سائين، ڪوسي صاحب جي سماجي ڪمن ۾ جتي سندس پيارا دوست ڀاڱيوار آهن، اتي سماجي ڪمن ۾ سندس گهرواريءَ جو سات بہ همت ڏيارينڊڙ هو. تازو سندس گهر واريءَ جي اوچتي وفات ڪرڻ سبب ڪوسو صاحب ٽتي پيو آهي. ان ايڏي ساري صدمي هوندي بہ مان ڏسي حيران ٿي ويس تہ هو تعزيت لاءِ هر ايندڙ کي هٿ ٻڌي چئي رهيو هو تہ گذريل ٻوڏ جي بيٺل پاڻيءَ سبب زهريلن مڇرن منهنجي جوهيءَ کي وبائي بيمارين ۾ وڪوڙي ڇڏيو آهي. مهرباني ڪري ڪجهہ ڪريو. منهنجي ڳوٺ وارن کي بچايو. منهنجي جوهيءَ کي بچايو. هر

گهر ۾ مليريا پڪڙجي ويئي آهي. پنهنجي اثر رسوخ سان مڇرن کي مارڻ جو اسپري ڪرائي ڏيو پنهنجو اثررسوخ استعمال ڪري وهيءَ تي احسان ڪريو. توهان جا لک احسان ٿيندا. توهان جا لک ٿورا ٿيندا. اکين مان ڳوڙها به جاري هئس، ته به ساڳيا لفظ پئي ادا ڪيائين. مان اندر ئي اندر ۾ سندس حوصلي کي داد ڏيندي پئي سوچيو ته جوهي ايترن سارن سرواڻ هوندي به ايڏن مسئلن جو شڪار ڇو؟

ترقيءَ جي هن دور ۾ هن شهر ۾ سئي گئس ناهي ۽ بجلي ته ڇڻ ٿم ٿم تارو سو به اڻپورو آهي ۽ شهر صحت جي سهوليتن کان به محروم آهي، الائي ڇو؟ اها ڳالهه برابر آهي ته جوهيءَ ۾ سرڪاري اسپتال آهي، پر ان ۾ ايتريون اهي سهوليتون موجود ناهن، جيڪي هتان جي ماڻهن جي ضرورتن پٽاندر هجن. ڇو ته سندس آس پاس ڳوٺ ٻچل رند، ڳوٺ ڪنڌو سولنگي، ڳوٺ تيجهاٽي، ڳوٺ بازمال، ڳوٺ حاجي قاسم جمالي، ڳوٺ حاجي عمر جماليءَ ڪانسواءِ پورو ڪاڇو جوهي شهر جي آس اميدن تي آهي، سو انهيءَ سلسلي ۾ هتان جي عام ماڻهن ۾ اهو تاثر عام آهي ته وڏي وزير عبدالله شاهه پنهنجي ڳوٺ واري حصي ۾ مڇرن مار اسپري ضرور ڪرايو آهي جڏهن ته هن علائقي سان اجا اهڙي مهرباني ڪانه ڪئي اٿس. اهوئي سبب آهي جو هتي سياري هوندي به اهڙا زهريلا مڇر پيدا ٿي پيا آهن، جن کان بچاءُ تمام مشڪل ٿي پيو آهي. سرنديءَ وارا ته دادو وغيره مان پنهنجو علاج پيا ڪرائين، پر آئين ۽ چاڙهين وارا ڪيڏانهن وڃن؟

پر سائين، جي وري ڳالهه سواريءَ جي ڪبي ته خانگي ٽرانسپورٽ به اڻپوري آهي، تنهن ڪري ايمرجنسيءَ حالت ۾ ماڻهو دادو پهچڻ کان اڳ ئي راهه رباني ونيو وڃي.

سو سائين منهنجا، جوهي شهر ۾ سڳا طرفان روشن تارا اسڪول

۽ پڻ ماءُ ۽ ٻار جو صحت مرڪز هلي رهيا آهن. هي شهر ايمبولينس جي سهوليت کان محروم آهي. انهيءَ لاءِ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ڪي عرض خدمت آهي ته جوهيءَ ۾ سگها ايمبولينس سينٽر قائم ڪري ته جيئن هن علائقي جي ايمرجنسي حالتن سان منهن ڏيئي سگهجي. ان سان گڏ پڻ سنڌ جي وڏي وزير سائين عبدالله شاهه کي به منهنجو عرض آهي ته جوهي ۽ ڪاڇي جي ماڻهن کي مليريائي بيمارين کان بچائڻ لاءِ مڇرن مار اسپري ڪرائي ۽ پڻ هتان جي سرڪاري اسپتال ۾ هتان جي ضرورتن مطابق سڀ سهوليتون مهيا ڪري ته جيئن هتان جا ماڻهو سک جو ساهه کڻي سگهن.

روزانه هلال پاڪستان
28 ڊسمبر 1994ع

# ٽرانسپورٽ جي شعبي ۾ ”فنڊ هڙپ گروپ“

سو سائين منهنجي ڪي چوان، ملڪ جي خوشحالي ۽ ترقي وڌائڻ ۾ جتي هرهڪ ادارو پنهنجي ڀرپور ڪوشش ڀيو ڪري ته اتي سنڌ روڊ ٽرانسپورٽ ڪارپوريشن به هڪ ڪمائو پٽ وانگر چڱو خاصو ناڻو ڪمائي ٿو ڏئي چو ته ايس آر ٽي سي جي هلندڙ بسن مان ماهوار ۴۵ لک رپيا سانگهڙ مان، ۴۰ لک دادو مان، ۵۵ لک ميرپورخاص مان، ۴۵ لک بدين مان، ۵۵ لک حيدرآباد مان، ۵۵ لک ٺٽي مان، ۳۵ لک خيرپور مان، ۸۰ لک لاڙڪاڻي مان ۽ ۴۰ لک رپيا سکر مان ماهوار آمدني ٿيندي پئي رهي آهي ۽ اهڙي طرح ان سموري آمدني مان سڀ ڪجهه ڪٽي سٽي لٽي پٽي پوءِ به هن اداري کي ۳ ڪروڙ رپيا ساليانو بچت ٿئي ٿي ۽ پڻ اهڙي ئي بچت کي وڌيڪ سونهن بخشڻ لاءِ حڪومت طرفان ڪروڙين رپيا به ان لاءِ ڏنا ٿا وڃن ته جيئن ايس آر ٽي سي جي ملازمن کي هن مهانگائي جي دور ۾ سڀ ضرورتون پوريون ٿي ملن ۽ ان سان گڏوگڏ سواريءَ جي سلسلي ۾ سنڌ جي ماڻهن کي سهڻي نموني سان سفر ۾ آرام واريون سهوليتون ميسر ڪري ڏين ته جيئن اداري سان گڏ سرڪار سڳوري جي به ناماچاري کي چار چنڊ لڳن، پر افسوس جو اڄ ڪلهه ايس آر ٽي سي هڪ اهڙي فنڊ هڙپ گروپ جي ور چڙهي ويو آهي جو چار چنڊ ته نه، پر چنڊ گرهڻ ٿي ويو اٿس. جنهن اداري سان گڏ سرڪاري رقم کي به هڙپ ڪري ڇڏيو آهي. انهي سبب هي ادارو مالي خساري جي ڪنڌيءَ تي وڃي لڳو آهي ۽ اداري جي هزارين ملازمن کي گهر ٻيڙي ٽيڻ ۽ ٻکون ڪاٽڻ جو ڀوائتو خوف طاري ٿي ويو آهي.

سو سائين منهنجا، ادارا کهڙا به هجن هر اداري ۾ فنڊ هڙپ گروپ مڙيئي هوندا آهن، جيڪي مختلف نمونن ۾ پنهنجي ترڪتاليءَ سان فنڊن کي هڙپ ڪندا آهن، جيئن پنگريو زرعي فارم جي آباد زمين کي غيرآباد ڏيکاري لکين رپيا هڙپ ڪري سرڪاري خزاني کي چاٽي واٽي خساري ڏانهن ڌڪيو ٿو وڃي ۽ سڀ کان وڏيڪ وڏو سبب اهو خسارو ئي آهي، جنهن کي منهن ڏيڻ واسطي ملڪ جو ٻچو ٻچو پرڏيهي قرضن ۾ جڪڙيل رهيو آهي. اهو سڀ ڪجهه انهن فنڊ هڙپ گروپن جو ئي ڪمال آهي، جن جي ڪري ملڪ ۾ ملڪي ادارن جي ساک پٽ کي ڇيهو رسائي تباهه ٿيو ڪيو وڃي. باقي ايس آر ٽي سي هجي يا ڪي ٽي سي، ڳالهه مڙيئي ساڳئي آهي. جو ته انهن ادارن ۾ خساري جو ڏوهي مڙيئي ڪنڊيڪٽرن کي ٻڌايو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هو ظاهري طور تي روزها هٽندو آهي، پر ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته ائين هو اهو سڀ ڪجهه ڪنهن لاءِ ٿو ڪري؟ ڇا هو سڀ ڪجهه پاڻ ٿو ڦٻائي؟ نه، نه! ائين ناهي هو پنهنجو پيٽ پالڻ سان گڏ اداري جي ڪيترن ئي جا پيٽ ٿو پالي، جو ته جيستائين هو واسطيدارن کي روزانو ڀتو نه ڏيندو، تيستائين هن کي نه ڊيوٽي ملندي نه گاڏي، تنهن ڪري سڀ کان پهريائين ڀتو ڊيوٽي ڪلرڪ جو پڪو ٿيندو، ان کانپوءِ شفٽ انچارج، ٽائيم چيڪر، ٽائيم ڪيپر، لائن انسپيڪٽر کان علاوه سي ٽي ايم اسڪاٽ، اسسٽنٽ چيڪر، ڊيوٽي آف ڪلرڪ، ٽڪيٽ برانچ جو ڪلرڪ جيڪو ٽڪيٽون ڏيندو آهي، انهي کانسواءِ ڪيشئر جنهن وٽ ڪيش جمع ڪئي ويندي آهي. جڏهن ته ٽڪيٽ ليجر ڪيپر، يارڊ ماسٽر، انڪوائري ۽ اي ٽي ايم جيڪو وري ڪيش تي صحيح ڪندو آهي. انهن سڀني کان علاوه هن کي گاڏي جي ڊرائيور جو به خيال رکڻو پوندو آهي، پوءِ سائين اهڙي صورت ۾ اداري ۾ ڪيئن ٿي برڪت پوي، هي ڪم ۾ ته صرف هڪ ڪنڊيڪٽر جو آهي. باقي اداري اندر فنڊ

هڙپ گروپ جون اهڙيون ارهہ زورايون آهن جو نين بسن کي ناڪاره ٻڌائي ڪٻاڙ خاني داخل ڪري ڇڏين. ان کان علاوه ملازمن جي پگھارن ۾ کھوٻيون حاضر کي غيرحاضر ۽ غير حاضر کي حاضر ڪري پنهنجي کيسي کي تقويت بخشيندا آهن. سرڪار سڀوري ادارن جي ملازمن کي سهوليتن ڏيڻ جا اعلان ڪري ۽ فند هڙپ گروپ وري سهوليتون تہ ڇڏيو پر جائز رهتون ۽ پينشنون بہ هڙپ ڪيو وڃي. جيئن ايس آر ٽي سي ۾ ٿي رهيو آهي. سو سائين اهو بہ ان گروپ جو ڪمال ئي آهي جو سرڪاري بسون ائين نظر ايندڀون ڄڻ ڍانچا. باقي سرڪاري بس جيڪا بہ نيڪ ناڪ نظر اچي ۽ بس اندر شو. شاءَ هجي تہ سمجھي ونو تہ اها گاڏي ان ڪنڊيڪٽر ۽ انهي ڊرائيور لاءِ هميشہ لاءِ مقرر ٿيل آهي ۽ اهڙي طرح اهو ڪنڊيڪٽر ٻين کان وڌيڪ معتبر اداري ۾ ليکيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جا لڳ لاڳاپا فنڊ هڙپ گروپ سان مستحڪم ۽ مضبوط هوندا آهن.

سو سائين منهنجا، آخر ۾ سرڪار مائي باپ کي عرضڙو آهي تہ موجوده ايس آر ٽي سي ۾ ٿيل گھوٻين جي جاچ ڪرائي، فنڊ هڙپ گروپ کي قابو ۾ وٺي ملازمن جي بيچين زندگي کي ذهني سڪون بخشي تہ سٺو ٿيندو نہ تہ هونئن ئي سرڪاري بسون اڄ ڪلهہ اتي ۾ لوڻ برابر هلن ٿيون ۽ ڪڏهن ائين نہ ٿئي جو لوڻ بہ بلڪل ختم ٿي وڃي.

روزانہ هلال پاڪستان
27 فيبروري 1995ع

# شڪارپوري پوليس سان پاڳ جون پلايون

سو سائين منهنجي ڪي چوان، هر ماڻهوءَ جي دلي خواهش هوندي آهي تہ سندس زندگي پاڳن ڀري گذري، انهيءَ ڏن ۾ هو ڏينهن رات هڪ ڪري ڪوشش ڪندو آهي تہ ڪنهن اهڙي اداري ۾ نوڪري ملي وڃي، جنهن ۾ پاڳن جي برڪت جام هجي. هونئن تہ اڄ ڪلهہ مڙني ادارن ۾ پاڳ جون پلايون پنهنجو مٽ پاڻ آهن، پر تڏهن بہ برڪتن سان مالا مال پوليس کاتو بہ ڪنهن کان گهٽ ناهي. پاڳ پنهنجي جاءِ تي، مٿان وري رعب تاب، دبدبو، شان ۽ مان حاڪمن کان گهٽ ڪونهي، جو تہ هي ادارو بہ ڪنهن رياستي بادشاهہ جيان پاڻ مرادو جهنگل جو بادشاهہ آهي.

سو سائين منهنجي ڪي چوان، اهڙن پاڳن اڄ ڪلهہ شڪارپوري پوليس وارن مٿان پنهنجي مهربانين جا ڀرپور مينهن وسائي، سندن چوڏهن ئي طبق روشن ڪيا آهن. ڇهہ مهينا اڳ شڪارپوري پوليس ٢ نومبر ١٩٩٤ع اربع واري رات ڳجهو اطلاع ملڻ تي هڪ فوجي ٽرڪ نمبر اي وي اين ٨٨١٧١٨ تي ڇاپو هڻي ١٠٧ مڻ اعليٰ قسم جو چرس هٿيڪو ڪيو هو، جيڪو پشاور کان اسمگل ٿي، ڪراچيءَ ڏانهن پئي ويو، ان چرس جي قيمت هڪ ارب بہ ڪروڙ رپيا ٻڌائي وئي. انسپيڪٽر جهان خان مهر جي ان ڪامياب ڇاپي ضلعي اندر وڏو ٽرٽلو مچائي ڇڏيو، پر ٿيو ائين جيئن هميشہ ٿيندو آهي تہ ”اسمگل پڇي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو“ پر ڊرائيور پڪڙجي پيو. واهہ واهہ تي

ويئي. وڏيڪ نالن کي راز ۾ رکي، ڏوم ڏام سان انسپيڪٽر کي ترقيءَ سان گڏ انعام و اڪرام ڏنا ويا ۽ سندس شان ۾ اخبارن ۾ مضمون بہ ڇپيا. پر هٿ آيل ايڏي ساري چرس جو ڇا ٿيو. ڪيڏانهن ويو!؟ اها خبر ناهي.

تازو مالي سال ۹۴-۱۹۹۵ع جي بجيٽ موجب ملڪي ۽ غير ملڪي شراب جي وڪري مان ۵۰ ڪروڙ ۶۰ لک ۶۱ هزار رپين جي آمدني ٿي آهي، جڏهن تہ وري ۳۴ لک ۵۲ هزار رپيا آفيم مان ڪمايا ويا آهن. پوري سال ۾ چرس جي هيڏي ساري رقم ۽ چرس جو ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو ويو آهي، خير سائين. پنهنجو ڇا ان ڳالهہ سان؟ پر سائين منهنجا شڪارپوري پوليس جا اهڙا ڀاڳ جاڳيا آهن. جو ڪوئيٽا مان ايندڙ ريل گاڏيءَ ۾ اسمگلنگ جو سامان شڪارپور ريلوي اسٽيشن تان پوليس جي نظرداريءَ ۾ هيڏي هوڏي ٿي تہ وڃي. واهہ ڙي ڀاڳ تنهنجون ڀلايون.

هن مهيني ۷ جون تي وري ساڳئي اربع رات استورگنج جي پوليس عملدار محمد بخش ڪيهر جو ڀاڳ جاڳي پيو. جو جاڳڻ روڊ تي هڪ ٽرالي ٽريڪٽر نمبر ۳۱۱۶ تي ڇاپو هڻي، پلاسٽڪ جي ۱۱۶۰ ٿيلهين مان ۳۵ مڻ چرس پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتو ۽ ساڳئي طرح ڏوهاري منوچر شاهہ وارو گس وٺي ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو. بقول دڙو دادا جي تہ خدا ڪوڙ نہ چوائي تہ انعام و اڪرام ۽ ترقيءَ جي آسرن ۾ ڪٿي ساڳيو اڳيون ۱۰۷ مڻ چرس سُسي ۳۵ مڻ تي ويو هجي! اهو ان لاءِ تہ سرڪار بجيٽ ۾ چرس جي ڪمائيءَ جو ذڪر ئي نہ ڪيو آهي. خير ضلعي شڪارپورر پوليس جو ايس ايس پي غلام قادر ٿيٻو، ڊي ايس پي شميم احمد ۽ ڊي ايس پي دين محمد ڪامياب ڇاپي واري عملي لاءِ، اعليٰ عملدارن کي سندن ترقيءَ جون سفارشون تا ڪن.

وڏو ڀاڱ تہ ڏسو! وري ساڳي اربع رات ايس ايچ او ڊڪڻ هادي بخش ميمڻ بہ هڪ گهرر تي ڇاپو هڻي ۵ مڻ چرس هٿ ڪرڻ سان گڏ جوابدار شاهنواز لولائي کي بہ گرفتار ڪري ورتو. هادي بخش ميمڻ شايد پنهنجي خداداد صلاحيتن ڪان ڪم ورتو هجي، ڇو تہ هادي بخش ميمڻ ۱۹۶۷ع ۾ پوليس ۾ ڀرتي ٿيو هو. نائون ڪلاس پڙهندي پڙهندي، الائي ڪيئن جن چڙهيس، جو اسڪول ڇڏي وڃي پوليس ۾ نوڪري ڪيائين. خير! آهستي آهستي پنهنجي محنتن سان اڄ ايس ايچ او ڊڪڻ بڻجي ويو آهي. مون کي خوشي ٿي آهي ۽ سندس لاءِ دعائون ٿو ڪيان تہ شل سندس ڀاڱ جي برڪت سان سندس ترقيءَ جون راهون اجان وڌيڪ روشن ٿين ۽ شڪارپور ضلعي مان نشي جو واهپو ختم ٿي وڃي، آمين.

سو سائين، ڀاڱ پاڻ بادشاهہ آهي، جنهن سان ڀلائي ڪري يا جنهن جي ڪڍ پوي. ڪراچيءَ ۾ ڪجهہ مهينا اڳ ايڪسائيز ڊويزنل انٽيليجنس آفيس جي ٽاسڪ فورس ڇاپو هڻي ۱۴۰ مڻ چرس خرد برد ڪرڻ جي سلسلي ۾ ہہ اي ٽي او ۽ ۵ سپاهي سڀ سوڏو گرفتار ڪري ورتا. سچ چيو اٿن تہ ڀاڱ ڏي پيڙو تہ دال مان سيرو، جي ڀاڱ ڏي دٻ تہ سيرو ٿئي رٻ، پر جي ڀاڱ ڏي پوندو تہ پوءِ هٿن ۾ ڏنڊو ۽ ڪونڊو!

پر سائين منهنجا. منشيات جي مال ۾ خرد برد ۽ اصل مان نقل بابت توهان کي هڪ ٻيو سچو واقعو ٻڌائڻ کان اڳ اهو بہ ٻڌايان تہ اهو سمورو ڪم آبڪاري پوليس جي سهڪار سان ترقي ڪندو آهي، جڏهن تہ حد جي ٿاڻي واري پوليس بہ هنن سان پوري طرح سان ٻانهن ٻيلي هوندي آهي. اهو چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ انهن جو ان معاملي ۾ هڪٻئي سان لازم ملزوم واسطو هوندو آهي. انهيءَ ڪري نشي فروش پنهنجا حق واسطا انهن ٻنهي وٽ رجسٽرڊ ڪرائيندا آهن ۽

پوءِ اهي ٺي رجسٽرڊ واسطا سندن ڏنڍي سان گڏ زندگيءَ جا بہ ضمانتي هوندا آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن ٻاڪ ضمانتي واسطن کي ڪونہ ليکيندو آهي، جنهن سبب هي سگ سوڏو جهلجي پوندا آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اڪثر هلي اهي واسطا هنن جي جان بخشي ڪرائيندا آهن.

سو سائين منهنجا، بدلي تي ايندڙ هر پوليس آفيسر پنهنجي حد ۾ پڪڙ ڌڪڙ ڪجهہ تيز ڪندو آهي، ۽ پوءِ آهستي آهستي اها پڪڙ ڌڪڙ ماٺي ٿي ويندي آهي. ان ماٺار جو سبب اهو هوندو آهي تہ صاحب موصوف نوان نينهن لائي، حقن واسطن جي بازاري اگهن ۾ ڪجهہ واڌارو آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، پر ڪڏهن وري ٻاڪ جي انڪار سبب ٻنهي پوليس آفيسرن جي پاڻ ۾ اڻ ٻڻت ڪري بازار جي وهنوار ۾ ڪجهہ ڪوسو واءُ لڳڻ شروع ٿيندو آهي ۽ ڪجهہ اهڙي ٺي چڪتاڻ واري ماحول ۾ مترخان وانگر منشيات فروش پڪڙجي پوندا آهن. اهڙي ٺي صورتحال مان گذرندي، هڪ دفعي متر خان جي اڏي تي ڇاپو لڳو ۽ ڪافي مال سميت متر خان بہ جهلجي پيو. مال ۾ ڪيترين ئي ڳوٺين ڀنگ سان ڀريل هيون. ان سان گڏ چرس ۽ آفيم وغيره بہ ڪافي انداز ۾ هو. ڪورٽ ۾ ڪيس هليو. پوءِ هڪ هفتي اندر متر خان باعزت آزاد ٿي ويو. ٿيو ائين تہ هڪ ڊر جي حقن واسطن پنهنجو ناتو نڀائيندي، ڪورٽ سڳوري ۾ پنهنجي رپورٽ ڪجهہ هن ريت پيش ڪئي تہ متر خان شهر جي اعليٰ خاندان سان تعلق رکي ٿو ۽ سندس جاءِ مان هٿ آيل مال کي ٽيسٽ ڪرڻ کانپوءِ سرڪاري رپورٽ هن طرح آهي تہ ڳوٺين ۾ ڀنگ نہ، پر اڪڙ (ساڳ جو قسم) هئي، جڏهن تہ چرس آهي ٺي ڪونہ، پر اهو ماهيو ڪارو سڙيل پاڻ آهي. جنهن کي هيروئن ٻڌايو ويو آهي سو تہ پائوڊر ۽ ڇانورن جو اٽو آهي. باقي رهي ڳالهہ آفيم جي، سا تہ

رسول آهي، جيڪا متر خان پنهنجي ڳائي مال ۽ گهوڙي جي ڦتن تي هٽندو آهي.

سو سائين اهڙي طرح متر خان ڏوهي هوندي بہ ان رپورٽ جي مدد سان ڪنڌ جي رومال کي جهٽڪو ڏئي ڪلندو ڪنڌ متي ڪري، ڪورٽ مان باعزت آزاد ٿي ويو.

سو سائين منهنجا، شڪاپوري پوليس جي لڳاتار ڇاپن مان هٿ آيل ڏيڍ ارب ماليت جي چرس کي بہ ڪجهہ ٽيسٽ تہ ڪجي، متان ڪٿي اهو بہ ماهيو سڙيل ڪارو پاڻ نہ هجي.

روزانہ برسات ڪراچي
24 جون 1995ع

# N C C ٽريننگ ۽ نياٽيون

ترقيءَ جي هن دور ۾ ملڪ ۾ قومن سان گڏ هر شهري بقا جي جنگ ۾ اجتماعي ۽ انفرادي طور برابر جو شريڪ آهي، اهو ئي سبب آهي تہ دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪوبہ حادثو وغيره ٿئي ٿو تہ اتان جو شهري يا ڳوٺاڻو سڀ ڪان پهريائين پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيئي ٿو. حقيقت ۾ ڏسجي تہ ڪيترن ئي پيچيده مسئلن جي تدارڪ ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي پاڻ ۾ خدمتن واري اهڙي سهڪاري جذبي تحت معاشري ۾ فلاحي تنظيمن جو بنياد وڌو آهي ۽ اڄ انهن تنظيمن ۽ اهڙن ادارن کي پنهنجي بي لوث خدمتن عيوض دنيا ۾ گهٽي ڪان گهٽي عزت ملي رهي آهي نہ صرف ايترو پر هر ملڪ اندر عام ماڻهن جي فلاح و بهبود ۽ ترقيءَ جي حصول ۾ اين جي اوز کي وڏي اهميت حاصل آهي.

هونئن بہ ڏٺو وڃي تہ دنيا جي هر ملڪ ان ضرورت کي محسوس ڪندي پنهنجي پنهنجي طور تي ڪونہ ڪو اهڙو ادارو يا تنظيم قائم ڪئي آهي جيڪا عام پلائي وارن ڪمن ڪان علاوه جنگي، آسماني يا مختلف آفتن ۽ حادثن جي نقصان ڪان محفوظ رکڻ لاءِ قدم کڻي شهرين کي امن و سڪون مهيا ڪري. سو اهڙين حالتن پٺاندڙ ۽ ملڪ جي دفاعي ضرورتن کي وڌيڪ مضبوط ۽ موثر بنائڻ لاءِ اهڙا ادارا بہ قائم ڪيا ويا آهن جن جي تربيت سان عام شهري ڪنهن جنگ وغيره جي صورت ۾ پنهنجي بچاءُ سان گڏوگڏ شهري بچاءُ بہ ڪري سگهي. پاڪستان نهڻ ڪان پوءِ هڪدم انهيءَ ڳالهہ طرف توجهہ ڏنو ويو ۽ 1951ع ۾ DISAS TEARS MANAGEMENT جي نالي سان هڪ ادارو ٺاهيو ويو. هيءُ ادارو قدرتي آفتن ۽ حادثن جي صورت ۾ پيدا ٿيل حالتن کي منهن ڏيڻ ۾ ماڻهن جي مدد ڪري ٿو، جڏهن تہ AIR RAUD-

PRECATIONS ادارو وري شهرين کي جنگ دوران فضائي حملن کان محفوظ رکڻ واسطي ڪم ڪندو آهي. ملڪي حالتن مطابق عام شهري ۾ ملڪي ۽ شهري دفاع خاطر. رضاڪار ۽ مجاهد فورس به ٺاهيو ويو. پر ڏسجي ته 1962ع ۾ وري مٿين ٻنهي ادارن کي ملائي هڪ ٻيو ادارو قائم ڪيو ويو جنهن کي CIVIL DEFENCE جو نالو ڏنو ويو آهي. هي ادارو شهرين کي مٿي بيان ڪيل صورتحال جو مقابلي ڪرڻ سان گڏ ٻين جي جان و مال جي حفاظت ڪرڻ جي تربيت ڏيندو آهي. حڪومت جي سرپرستيءَ ۾ مرڪزي ۽ صوبائي سطح تي هيءَ ادارو رضاڪارن کي تربيت سان گڏ شهري دفاع واري نظرئي کي ورسائڻ لاءِ سرگرم عمل آهي. پر وري به ڏٺو وڃي ته 1965ع ۽ 1971ع وارين جنگين کان پوءِ ملڪي دفاع سان گڏ شهري دفاعي ضرورتن کي اجاڳ به وڌيڪ محسوس ڪيو ويو. پاڪستان جي دفاعي ضرورتن کي اجاڳ به وڌيڪ تيز ڪرڻ لاءِ ملڪ جي هر ماڻهوءَ کي سول ڊفينس جي تربيت ڏيڻ جو عزم ڪيو ويو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ 1972ع کان ڪاليج جي شاگردن لاءِ اين سي سي ڪورس جي ٽريننگ لازمي قرار ڏني ويئي. هيءَ ٽريننگ ٻن سالن ۾ پوري ڪئي وڃي ٿي. شاگردن ۾ وڌيڪ شوق پيدا ڪرڻ واسطي ٽريننگ بعد ڪين سندس تعليم ۾ ٢-سيڪڙو مارڪون وڌيڪ ملن ٿيون.

حقيقت ۾ شاگردن کي تعليم سان گڏ فوجي ٽريننگ ڏني ٿي وڃي. جيڪا شاگرد خوشيءَ سان مڪمل ڪري ٿو. هن ٽريننگ سان نوجوان نه صرف شهري دفاع ڪري ٿو سگهي پر هنگامي حالتن ۾ جنگ جي محاذ تي به پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيئي سگهي ٿو. افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته 1983ع ۾ ايم آر ڊي تحريڪ کان پوءِ خاص ڪري سنڌ ۾ اين سي سي جي ٽريننگ جو سلسلو ڪجهه اٽڪيل رهجي ويو آهي. خاص طور تي نشاني بازي واري مرحلي ۾ مال جي ڪوٽ

چاڻائي فائرنگ وغيره ڪجهہ گهٽ ڪئي ويئي آهي. جنهن سبب خاص ڪري سنڌ جو شاگرد اين سي سي ٽريننگ مان لاڀ بهتر نموني حاصل نٿو ڪري سگهي. ڪاليج جي نياڻين واسطي اين سي سي ٽريننگ ڏيڻ لاءِ ڪابہ عورت انسٽرڪٽر مقرر نہ آهي. سو مرد انسٽرڪٽر جهڙي نموني سان نياڻين کي ٽريننگ ڏين ٿا. اگر ڪو سرپرست اها ٽريننگ اکين سان ڏسي تہ شايد ڪنڌ شرم کان جهڪي وڃي ۽ پڻ پنهنجي نياڻيءَ کي اها ٽريننگ نہ ڪرائي. ان سلسلي ۾ وزير اعظم بينظير ڀٽو جي خدمت ۾ عرض آهي جيڪا ملڪي ترقيءَ سان گڏ عورتن جي حقن ۽ ترقيءَ لاءِ پيئي پاڻ پتوڙي. اين سي سي ٽريننگ ڏيڻ لاءِ بہ وومين ٽريننگ انسٽرڪٽر مقرر ڪري تہ جيئن ملڪ جي نياڻين جون همدرديون، محبت ۽ دعائون کٽي وٺندي، نہ صرف ايترو پر نياڻيون وومين انسٽرڪٽر جي نظرداريءَ ۾ اجهان بہ وڌيڪ بهتر نموني ٽريننگ حاصل ڪري ملڪي ۽ شهري دفاعي ضرورتون پوريون ڪري سگهنديون. ياد رکڻ گهرجي تہ اين سي سي ڪورس کي 23 -هون سال هلي پيو پر اجهان سوڏو عورت انسٽرڪٽر مقرر ڪانہ ڪئي ويئي آهي.

هلال پاڪستان
٢٥- آڪٽوبر ١٩٩٥ع

# فٽ پاٿي ٺيڪيدار

سو سائين منهنجي ڪي چوان هر هڪ ماڻهو پنهنجي وس ۾ طاقت آهر عيد جون خوشيون حاصل پيو ڪري اها ٻي ڳالهه آهي ته انهن ٻنهي اسلامي عيدن جو طريقه ڪار الڳ الڳ آهي جڏهن ته معنيٰ مفهوم ساڳيو آهي يعني الله تعاليٰ جي خوشنودي حاصل ڪرڻ ڪڏهن روزا عبادتون رکي ڪري ته ڪڏهن وري حج بيت الله جي زيارت ڪري ڪٿي فطرو زڪوات ڪڍي مسڪين غريبن جي پرگهور لڌي ٿي، وڃي ته ڪڏهن وري قربانيءَ جو گوشت ورهائي غريبن سان همدردي ڪئي ٿي وڃي مطلب ته جتي حقوق الله جي بجا آوري ڪئي ٿي وڃي ته اتي وري حقوق العباد تي عمل ڪرڻ به لازمي آهي ٿي، ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته انهن ٻنهي حقن جي ادائگي به هر هڪ ماڻهو پنهنجي نموني سان ٿو ڪري، پر وري به هن ترقيءَ جي دور ۾ ماڻهو پنهنجي مٿان لاڳو ٿيل فرضن تي ته ايترو زور ۾ توجهه نٿو ڏي جيرو حقن حاصل ڪرڻ لاءِ هاءِ گهوڙا ۾ وٺ وٺان ٿو ڪري، ايستائين جو اسلامي ۾ ملڪي قاعدن قانونن جي به پرواهه نه ٿو ڪري جنهن سبب افراتفري، جهيڙو جهٽو ۾ پڻ سماج ۾ اڻ يقيني صورتحال پيدا ٿيو پوي ۾ معاشري جي وڏي ۾ وڏي اهائي بدقسمتي آهي.

سائين منهنجا معاف ڪجو منهنجو ڪنهنجي بدقسمتيءَ سان ڇا! مان ته صرف اڄ خوشين جون ڳالهيون ڪرڻ ٿو چاهيان.

سو سائين منهنجا ڏٺو ويو آهي ته دنيا ۾ زندگيءَ جون گهڻيون خوشيون صرف ۾ صرف ٺيڪيدارن جي حصي ۾ اچن ٿيون پوءِ ڇو نه ڪٿي ڪالمي نامي گرامي ٺيڪيدار هجي يا فٽ پاٿي ٺيڪيدار. جڏهن ته مختلف ڪاتن جي ٺيڪيداري سسٽم جي اوندهه ڪان اسين سڀ ڀلي ڀت

واقف آهيون، پر ڏنو وڃي تہ اسين بہ جيڪي ڪجھ ڪريون پيا سو بہ هڪ ٺيڪيداريءَ جو حصو، پڻ جڏهن تہ انساني قدرن ۽ حقن جي نڙيءَ تي نھنءُ ڏبايون وينا آهن، سو دنيا جا اهڙا ئي ٺيڪيدار پنھنجي ڀھروپي سازشن سان مسڪين غريب ملڪن مٿان تسلط ۽ ڌاڪو ڄمائڻ ۾ پنھنجو مضبوط ٺيڪيداري اثر رکن ٿا. جڏهن تہ فٽ پاٿي ٺيڪيدار بہ پنھنجو مٽ پاڻ آهن. ڇاڪاڻ تہ ملڪ جو سڀ ڪان وڏيڪ منافع بخش ڌنڌو فٽ پاٿي ٺيڪيداري ئي آهي. جيڪو اسان جي سماجي محافظن يعني پوليس جي حصي ۾ خير سان اچي ٿو، اهو ئي وڏو سبب آهي جو پوليس اصلي ڊيوٽي ڏيڻ بدران پنھنجي ٻچن جي پيٽ پالڻ جي فڪر ۾ گھٽو هوندو آهي خدا ڪوڙ نہ ڳالهائي تہ سڀ ڪان گھٽ ۾ گھٽ گريڊ ۾ پگھار بہ سندن جي ئي گھٽ آهي پوءِ ڇو نہ هو ڦبا ڦبان ڪري، وڏي ڳالھہ تہ سائين هر ڌنڌي ۾ پيسو ڏوڪڙ سيڙائجي ٿو، پر هي واحد ڌنڌو آهي جنھن ۾ ڪنھن بہ پيسي ڏوڪڙ جي سيڙپ ڪونھي بس صبح سان هٿين خالي نڪر ۽ شام جو ڪيسا ڀري گھر ۾ اچ.

شھرن ۾ فٽ پاٿون پيدل هلندڙ ماڻھن لاءِ ناهيون وينديون آهن، پر هن ترقي جي دور ۾ پوليس جي ڪرم سان فٽ پاٿون بہ مختلف ڪاروباري ماڻھن جي وَر چڙهي ويون آهن شاباس آهي ماڻھن کي جو هانوءَ تي پٿر رکي ڪري فٽ پاٿ تان ڪٽين ٿا هلن پر هاڻي ان فٽ پاٿون پنھنجي حد ڪان بہ وڏيڪ هيٺ لهي ڪري روڊ رستن تي بہ ڪاهي پيون آهن ۽ هن عيد جي موقعي تي فٽ پاٿون انسانن بدران جانورن سان ڀريون پيون آهن. اها ٻي ڳالھہ آهي تہ مال جو واپاري جيستائين ڪمائي تيستائين پوليس تہ پنھنجو ڀتو سندس مال جي مناسبت سان چڱو چوکو وصول ٿي ڪري. اهو ئي وڏو سبب آهي جو هڪ رپين ۾ ٿي ملي. ڪنھن کي ڪير چئي اچ هر هڪ مٽ، ٻُٽ ۽ پوپٽ وارو آهي جو سندس تعلق سنڌو سنئون بالا آفيسرن وٽ محفوظ آهي اگر حق محفوظ ناهن تہ صرف ان ابوجھہ مسڪين غريب سنڌي

قوم جا ناهن جيڪا ڪنهن نہ ڪنهن هيلي بهاني اُميدن آسرن ۾ ڦرجي وڃي ٿي.

سو سائين منهنجا دنيا ۾ سکي زندگي گذارڻ لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجا واسطا وڙا ڪنهن سان نہ ڪنهن سان نيائي رکجن، پر وري چور چوڪيدار ۽ ٺاٺيدار سان واسطا مضبوط هجن تہ سڀ سٺائي چو تہ چوندا آهن تہ ڪارو ٻڌ ڪبري سان، رنگ نہ مٽائي تہ عادت ضرور مٽائي، پوءِ من ڪا صحت سڌري پوي، هونئن بہ مولا جي مهرباني سان ڪيترن ئي سالن کان پارڪنگ جي بهاني سان پوليس وارا نيارا آهن، جڏهن تہ پيلي ٽيڪسيءَ جي ڊرائيورن جي مقرر يونيفارم سندن آمدنيءَ ۾ اضافو ڪيو آهي تہ وري اسڪوٽر سوار جي هيلمٽ واري مسئلي تہ پوليس جا چڻ چوڏهن طبقا روشن ڪري ڇڏيا آهن. اهو سڀ ڪجهہ اسان جي زنده دل بهادر بادشاهہ پوليس جي اڻٿڪ محنتن ۽ ڪوششن جو سگهند ئي آهي جو ڏوهہ ٿيڻ کان ٨ ڏينهن اڳ کين خبر پئجي ٿي وڃين.

اهو هڪ وڏو اعزاز آهي جيڪو پوليس کي حاصل آهي ۽ اهڙي اعزاز کي پڻ وڏيڪ مان بخشڻ لاءِ ڏينهن رات ڏارين کي پوليس کاتي ۾ ٽنبيو ٿو وڃي جنهن ڪري فٽ پاٿي ٺيڪيداري سان گڏ معاشي نظام ۾ ڏينهون ڏينهن بد امني ۾ رڪارڊ ٽوڙ اضافو ٿيندو پيو وڃي بقول دڙو دادا جي تہ جيئن پوليس ۾ وادارو اڇي ٿو تہ تيئن وري خير سان ڏوهہ بہ وڃن ٿا وڌندا ۽ اهڙي طرح سال جو هر هڪ ڏينهن انهن لاءِ عيدن جون خوشيون مهيا ٿو ڪري.

# پيس! پيس!

سو سائين منهنجي کي چوان، سماجي زندگيءَ جي روزاني وهنوار ۾ ڌارين ٻولين جا ڪيترائي لفظ اسان جي مٺڙيءَ ٻوليءَ ۾ جاءِ والاري پنهنجي معنيٰ مطلب سان سنڌيءَ زبان ۾ جذب ٿي ائين لڳن ٿا ڄڻ تہ اهي لفظ سنڌي زبان جا هجن. جڏهن تہ ائين ناهي.تنهن هوندي بہ اهڙن لفظن کي شاباس آهي جو پنهنجي سڃاڻپ هوندي بہ اسان جي زبان ۾ رچجي ويا آهن ۽ سنڌي ٻوليءَ بہ اهڙن لفظن کي پنهنجي سيني سان لائي ڪين محبت جو اهڙو مثال ڏنو آهي جو شايد انهن کي پنهنجي وٽان بہ نہ مليو هوندو. پر اها وڏي بدنصيبي ۽ ڪم ظرفي آهي انهن جي جن سنڌ جي اهڙي محبت ۽ خلوص واري مثال ۾ منافقت جو زهر ملائي پيس (امن) جي پکيءَ کي ڏينهن ڏٺي ظاهر ظهور ڦٽڪائي ٽياس تي ٽنگي ڇڏيو آهي.

ها سائين! ڳالهہ ٿي هلي ڌارين لفظن جي استعمال جي هوندي تہ اسان پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ ۾ اوپرا لفظ استعمال ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهيون پر اڄڪلهہ ڊش جي مهربانيءَ سان اسان ۾ اڃا بہ وڌيڪ معتبرائي اچي ويئي آهي. پر سائين منهنجا مان صرف انگريزيءَ جي ٻن لفظن جو ذڪر تہ ڪريان. گلاس ۽ پيس! جڏهن تہ چاق ۽ چاڪ بہ پنهنجي معنيٰ رکي ٿو. جڏهن تہ ٻنهي جو اُچار ساڳيو آهي. جيستائين گلاس جي ڳالهہ آهي تہ ان جي اصل ۾ معنيٰ آهي عينڪ يا شيشو. پر اسين شيشي کي ڪانچ بہ چئون ۽ ڪٽي وري ڪانچ سڏڻ کي بہ چيو ويندو آهي. جڏهن تہ اسين شيشي وغيره جي اهڙي خاص شڪل واري ٿانو کي گلاس چئون جنهن ۾ پاڻي وغيره پي سگهجي. باقي جيستائين پيس لفظ جي ڳالهہ آهي تہ اهو پنهنجي سر معنيٰ مطلب سان الڳ الڳ آهي. جڏهن تہ سندس اُچار ساڳيو آهي. تڏهن بہ سائين منهنجا اڄڪلهہ

پيس پاٺمرادو ايترو وڏي وڻ تي ويو آهي جو جت ڪٿ بس رڙ تي پوي. پيس! پيس! بس پيس!؟ پر وري جيستائين پيس جي امن واري معنيٰ جو سوال آهي سو تہ هاڻي صرف ۽ صرف پوليس جي ذمي رهجي ويو آهي ۽ هر ڀيو ماڻهو پاڻ کي ان معاملي ۾ آزاد ٿو رکي ۽ سمجهي شابس آهي ويچاري پوليس کي جنهن پنهنجي ذميوارين کي فرض سمجهندي ڏينهن رات جي اڻٿڪ ڪوشش سان جيڪو امن و امان قائم ڪيو آهي تنهن جو مثال بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، يعني چور چٽيو وڃي دپ ياڳي کي ڏندو!؟ ڪيس اهڙي ڪارنامي لاءِ آفرين! اها ئي اها جرئت واري ڪارڪردگي آهي جنهن ۾ دڙو دادا پنهنجو نالو ڪمايو آهي. سندس اهڙي ناماچار واري ڳالهہ هن طرح آهي تہ دنيا ۾ جتي ٻين معاملن تي دنيا جا پاٽاريدار سيمينار ۽ ڪانفرنسون ڪوٺائين ٿا. اتي انهن امن و امان بابت بہ هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي ڪانفرنس ۾ مختلف ملڪن جي پوليس عملدارن ڪانسواءِ ٻين کي بہ دعوت ڏني ويئي. جهن ۾ دڙو دادو بہ شامل هو. ڪانفرنس ڏاڍي پُرمغز. مزيدار ۽ بيحد شاندار هئي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ مال مليدا. گوشت ڪباب وغيره ڪانسواءِ الائي ڇا ڇا هو! سو سائين مختلف ويهڪن ڪانپوءِ جڏهن ڌوهارين کي پڪڙڻ بابت ذڪر ڇڙيو تہ هر هڪ ماڻهو دل سان ڳالهايو. اتي دڙو دادا بہ حق سچ جي ڳالهہ ڪري ڇڏي تہ سائين کهڙي سچي کهڙي ڪوڙي، اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ اسان پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۾ ايتري بهتري ۽ سجاڳي آندي آهي جو ڌوهہ ٿيڻ کان اڳ ئي اسانکي خبر پئجي وڃي ٿي. باقي ڌوهاري پڪڙڻ تہ اسان جي کٻي هٿ جو ڪمال آهي.

سو سائين حقيقت ۾ پوري ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ جو سهرو دڙو دادا سر تي ٿيو ۽ سندس اهڙيون خبرون چارون جڏهن دنيا جي اخبار ۾ ڇپيون تہ سندس ڪارڪردگيءَ کان متاثر ٿيندي دنيا جي هڪ مشهور پرنس پنهنجي گهر تي ويل پياري پاليل هرڻ جي ڳولا لاءِ ڪيس گهرايو. ڇاڪاڻ تہ هر ماڻهو پرنس جي هرڻ کي هٿ ڪرڻ ۾ ناڪام

ويو هو. خير سائين دڙو دادا ۽ ساٿي ان جهنگل ڏانهن روانا ٿيا جنهن ۾ هرڻ گم ٿي ويو هو. سو سائين گهٽي هڻ هٿان وٺ وٺان جفاڪشيءَ ڪانپوءَ دڙو دادا پنهنجي ساٿي وسيلي پرنس ڏانهن پيغام موڪليو تہ هرڻ مليو آهي. پرنس ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن انعام واڪرام جا ڍير لڳرائي ڇڏيا. سڀ ماڻهوءَ انتظار ۾ هئا تہ ڪر ٿي ويل هرڻ ڏسون. هر هڪ ماڻهو خوش هو پر جڏهن سامهون هرڻ ڪي دڙو داد سان گڏ ڏٺو تہ سڀ چپ ٿي ويا. سائين چپ بہ اهڙو ٿي ويا جو سين جون آڱريون ڏندين اچي ويون. پرنس بہ هڪو ٻڪو ٿي پنهنجي هرڻ ڪي ڏسڻ لڳو ۽ آخر چيائين تہ هي منهنجو هرڻ ناهي. پر دڙو دادو بضد هو تہ سائين هي اوهان جو ئي هرڻ آهي. توهان هن ڪان پڇي تہ ڏسو؟ تنهن تي هاٿيءَ جو جوان ٻچڙو پنهنجو ڪنڌ ڏوٽي چن چئي رهوي هجي تہ ها آءٌ برابر هرڻ آهيان. سائين برابر هرڻ آهيان!؟

او! سائين معاف ڪجو! چور پڪڙڻ يا پيس قائم ڪرڻ جي ڳالهہ تہ پنهنجي جاءِ تي، پر اصل ۾ مان توهان کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ اڄڪلهہ شهر جي ننڍين وڏن چوواٽن وغيره تي هر طرف ڪان آواز پيا اچن تہ ائين آني ۾ پيس، هڪ رپئي ۾ پيس، پري پري گلاس پي موسمي، ڏارهون وغيره جو جوس پي. سو سائين اهڙو خالص جوس سو بہ سستو اهڙو، جو هر ماڻهوءَ جي دل چاهيندي ان گاڏي واري ڏانهن سرڪي ٿي ۽ ماڻهو ڏاڍي خوشيءَ سان جوس جو گلاس پي جڏهن ڪيسي مان اٺ آنا يا رپيو ڪڍي ٿو تہ گاڏي وارو هٿ جهلي چوي ٿو تہ سائين اٺ رُپيا يا 5 رُپيا ڏيو. ماڻهو حيران پريشان ٿي ڪري چوي ٿو تہ تون هوڪو تہ ائين آني ۽ رپئي جو ڏين ٿو. تنهن تي گاڏي وارو چوي ٿو تہ سائين برابر آءٌ ائين جو پيس ٿو چوان. اڄهو هي ڏسو توهان جي گلاس ۾ هيترا پيس (ٽڪرا، حصا) پيا آهن.

دراصل گاڏي وارو پيس جي آواز ڏيڻ وقت پي واري اُچار کي تمام گهٽو دگهو ڪندو آهي ۽ سين جو اُچار آخر ۾ تمام هيٺي آواز ۾

ڪيندو آهي ۽ راهگير ان مان ائين سمجهندو آهي تہ اصل جوس جو گلاس شايد هڪ رپئي ۾ چوي تو. سو سائين خيال رکندا ڪڏهن دڙو داد وانگر اوهان بہ ڪتي ان پيس ۾ پسجي نہ ويجو.

29 ڊسمبر 1995ع.

## مهراڻ پبليڪيشن پاران ڇپايل ڪتاب

**پيڪنگ پڇارون**
پيو ڇاپو - ڊاڪٽر سليمان شيخ

**ڏڙو دادا جون ڳالهيون**
گلاب هڪڙو

**سگهڻ سڏ نہ سور جي**
حاجي محمد رحيم ڪنير

**ڀنگر فائونڊيشن ٽرسٽ ڪتابچو**
حيدربخش هڪڙو

**گل ۽ ڪنڊا**
گلاب هڪڙو

## ايندڙ ڪتاب

**سورن ورني ڌرتي**
ڊاڪٽر سليمان شيخ

**منهنجي دنيا**
ڊاڪٽر سليمان شيخ

**ڪئلينڊر 4000**
لطيف ساگر

**ماستر جي مستي شاگرد جو شان**
گلاب هڪڙو



گل وٽ صرف ٻه هٿيار آهن، سچ ۽ سادگي. انهن وسيلي هو پڙهندڙ جي هنياءَ ۾ هلڪي ڇهندڙ پائي ڇاڏي. مٿئين ڏنل ٽڪر پڙهڻ کانپوءِ اوهان ساڻس شامل راءِ نه ٿيو، اهو ناممڪن آهي. هن جو ڪمال آهي ته هو هر اها ڳالهه اڳواٽ ئي ڪري وڃي ٿو جيڪا اوهان پنهنجي اندر ۾ سانڍي رکي آهي.

**قمر شهباز**

گلاب جي تحرير زماني جي لهوارين اوڀارين سان پربل آهي. سندس تحرير منفرد ۽ معتبر آهي. هن جهان جي سماجي ۽ سياسي تاريخ جي مختلف روپن تي نهايت سهڻائي سان لکيو آهي ۽ لکندو رهي ٿو.

**ممتاز مرزا**

ڪتاب جا موضوع روايتي هئڻ سان گڏوگڏ سولا ۽ سمجهه ۾ ايندڙ آهن. ٻوليءَ جو انداز ڪچهريءَ وارو آهي. موضوعات لکندڙ جي تجربي ۽ مشاهدي سان مطابقت رکن ٿا، جيڪو هر وچولي طبقي واري ماڻهوءَ جي زندگيءَ سان پڻ لاڳاپيل آهي. ان ڪري هر پڙهندڙ انهن موضوعات ۽ تذڪرن کي اوپرو نه پائيندو.

**مهتاب اڪبر راشدي**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻُو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهـڙي ڪـوشش ڪـري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻُو تـہ اُهو بہ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽانڊڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪتابن ۾ وڏي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڇاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڙ گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)